ڇڪيو ويو آهي، اتي ڪلفٽن آهي جتان سمنڊ جو
ڏيک شاندار ڏسجي، ٿو. ڪلفٽن واري پهاڙ جي پاڙ ۾
هڪ جوڳي جو غار آهي جنهن کي هندو توڙي
مسلمان ڏاڍو مڃين ٿا. صدر کان ٣ ميل ڏکڻ اوڀر ۾،
نئين ملير جي چوڙ کان ٿورو ويجهو پهاڙ تي گزري
سئنيٽوريم آهي جيڪو ١٨٥٤ع ۾ بيمار آفيسرن ۽
سپاهين لاءِ ٺهيو هو.

صدر کان اٺ ميل اتر ۾ سرڪاري باغيچو چاليهه
چورس ميل، پکيڙ تي ٺهيل آهي. ١٨٤٣ع کان ان جو
بنياد وڌو ويو تنهن ڪري ان کي راڻي باغ به چئجي
ٿو. شام جو روزانو ان ۾ بئنڊ وڄائي پريڊ ڪرائي
ويندي آهي. روزانو تمام گهڻي مقدار ۾ مڇي، پلو ۽
گانگٽ سمنڊ مان ڦاسائجن ٿا ۽ ڪافي مقدار چين
ولايت ڏي وڪري لاءِ موڪلجي ٿو گزري وٽان نئين
ملير جي چوڙ وٽان سمنڊ مان ڪنهن وقت موتي به
جام ڳولها هئا، پر پوءِ سرڪار جي گهٽي وڌل ٻل
سبب موتين ڳولڻ جو ڪم بي فائدو رهجي ويو.

مواچ پاڙي وٽان سمنڊ جي پاڻي مان لوڻ ٺاهڻ
جو ڪم هاڻي حڪومت جي انتظام هيٺ هلي ٿو ۽
ساليانو ٻه لک مڻ لوڻ تيار ڪجي ٿو. هڪ ڪمپنيءَ
ڪراچي ۾ کجور جي آپت کي وڌائڻ جو ڪم هٿ
۾ کنيو آهي. ڪراچي مان ڪيترين ئي انگريزي

گرلس اسڪول، هڪ جيلخانو ٺهرايا ويا آهن. سٽي
اسٽيشن ويجهو هڪ وڏي افغان سراءِ آهي، اها ٽن
ايڪڙن تي پکڙيل آهي. ان جي هاڻوڪي مرمت تي
ميونسپالٽيءَ ٢٥ هزار رپيا خرچ ڪيو آهي. ان هنڌ
افغانستان ۽ بلوچستان کان ۽ اوڏانهن لاءِ قافلا ۽ اٺن
جا ڪاروان اچي ترسندا آهن. صدر ۽ ڪئنٽ ريلوي
تائين يورپي ماڻهن جي ترسڻ لاءِ ٺاهوڪا گهر ٺهيا
آهن. ان علائقي ۾ لاتعداد ديوليون ٺهيون آهن. ٢٥
هزار انگريزي فوج رهي ٿي جنهن ۾ ديسي سپاهي
به شامل آهن. فريئر هال به ١٨٦١ع ۾ ٺهيو جيڪو
سنڌ جي هڪ هردلعزيز ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي
ياد ۾ ٺهرايو ويو. اهو ڪمشنر سنڌ ۾ ١٨٥١-٥٩ع
دوران هو. اها جاءِ خلاصي، هوادار ۽ گاٿڪ اسٽائيل
تي ٺهيل آهي. چار ڪمرا اٿس ۽ مٿي ماڙي ڏانهن
چاڙهيون ڏاڪڻيون اٿس وڏو هال ٧٠ وال ڊگهو، ٣٥
وال ويڪرو ۽ ٣٨ وال اوچو آهي، جنهن ۾ آرڪيسٽرا
گئلري به آهي.

پوءِ سول لائين شروع ٿئي ٿي. ڪراچي جي هوا
گهميل آهي. هوا اولهه کان ڪليل آهي. سال جا اٺ
مهينا زوردار هوائون لڳن ٿيون.

يورپي واپارين جا دڪان الفنسٽن اسٽريٽ تي
آهن. سول لائين مدجهان هڪ رستو سمنڊ تائين

ڪئنٽونميئنٽ ۽ بندر روڊ آهن. منهوڙي تي لائيٽ
هائوس ڏيڍ سؤ فوٽ اوچو آهي ۽ صاف موسم ۾ رات
جو ويهن ميلن تائين ڏسي سگهجي ٿو. ان ٽاور جو
ڪم ١٨٦٩ع کان شروع ٿيو ۽ ١٨٧٣ع ۾ پورو ٿيو. نيٺي
جيٽي ٺهڻ جو ڪم ٩ سال ورتو. ٩ لک رپين خرچ
جو ڪاٿو آهي. ان جي وڌايل حصي تي خرچ جو
وڌيڪ ڪاٿو پوڻا چار لک رپيا آهي. ١٨٨٠ع تي
ميري ويدر ٽاور ٺهڻ جو ڪم شروع ٿيو ۽ ان جي
پيڙهه جو پٿر هندستان جي وائسراءِ مارڪئس رپن ٢٤
نومبر ١٨٨٠ تي رکيو. ڪياماڙي جو پهريون فرش بندل
بندرگاه ١٨٦٥ع ۾ ٺهيو. سمنڊ کي خشڪيءَ سان ملائڻ
لاءِ ٻه ميل ڊگهي پل ٺاهي وئي جنهن تي پنج لک
رپيا خرچ آيو.

١٨٦٠ع ۾ شهر جي چوڌاري اڳوڻي قائم ديوار کي
ڊاهيو ويو. شهر جي گهٽين جي فرشبندي ڪئي وئي
آهي. ١٨٨١ع جي آدمشماري پٽاندر شهر ۾ ڪل آدم
٧٤ هزار آهي. ميونسپالٽي اصل شهر (جهوني شهر)
ويجهو مڇي مارڪيٽ، ڀاڄي مارڪيٽ ۽ گوشت
مارڪيٽ ٺهرايا آهن. شهر جو مکيه رستو بندر روڊ
آهي. صدر ۾ هن سال ايمپريس مارڪيٽ ٺهي راس
ٿيو آهي. صدر کان جهوني شهر وچ ۾ ڪيٿڙائي
اسڪول، ڊيولپون، هڪ سول اسپتال، لاڪ هاسپيٽل،

شاندار نظارو آهي. کيرٿر جبل جي ڪن ٽڪرين جي
اوچائي ست هزار فوٽ به آهي.

ڪراچي جي آسپاس جو اڀياس ڪرڻ سان ائين
پيو معلوم ٿئي ته ۷۱۱ع کان اڳ به اهو شهر (هوءَ ڪٺي
ڪيترو به ننڍو ڇو نه هجي) قائم هو. ديبل بندر به
سنڌ ڀرسان قائم هوندو، جنهن کي هوءَ سمنڊ ڳهي
ويو. ان جي سامهون سمنڊ ۾ رتوڪوٽ اڃا تائين
ديبل بندر جي وجود جي يادگيري ڏياري ٿو. ڪراچي
جي بندر کي، اسان هاڻي جڏهن ڪياماڙي بندر
سڏيون ٿا تڏهن ۱۶۹۳ع جي مغل شهنشاهيت جي
دستاويزن ۾ ان کي ڪراڪولا سڏيو هو. دکن جي
مهم جڏهن اورنگزيب هلان ڪري ويو تڏهن اتان
کان هن ڪراڪولا بندر جي ٺهڻ سر تعمير جو خيال
ترڪ ڪيو ويو هو. وچڙائي واري عرصي کان ان
جاءِ کي ڪلاچيءَ جو ڪن سڏيو ويو ٿو. ۱۷۲۹ع کان
هن هنڌ تي لسٻيلي جي هڪ ڦٽل شهر، کارڪ بندر
جا ماڻهو به اچي آباد ٿيا هئا.

ڪراچيءَ ۾ ۱۸۳۸ع وقت ۱۴ هزار آدم رهندا هو
جن ۾ اڌ هندو هئا ۽ اڌ مسلمان. تڏهن ۲۱ مسجدون،
۲۴ ٽڪاڻا ۽ مندر ۽ ۱۳ مزارون هيون.

۱۸۶۰ع کان ريلوي لائين هتان شروع ڪئي وئي.
شهر جون ريلوي اسٽيشنون ڪياماڙي، سٽي،

□ ڊيوڊ راس

# ڪراچي- هڪ سؤ سال اڳ

"The Land of the Five Rivers & Sindh"
جو ڪتاب David Ross ۱۸۸۲ع ۾ تيار ڪيو ۽
۱۸۸۳ع ۾ لنڊن مان چيپمن اينڊ هال لميٽيڊ ڇپائي
پڌرو ڪيو. ان ۾ ڪراچي ڪسي هن صاحب جهوني
تهاس جو هڪ صاف ورق تسليم ڪيو آهي ۽ سيٺ
نائون‌مل جي ان خيال کي هن رد ڪيو هو ته ڪراچي
جو شهر ارڙهين صدي عيسويءَ جي شروع ۾ آباد
ٿيو. هت اسان ڊيوڊ راس جي لکيل مٿين ڪتاب
مان ڪراچيءَ تي لکيل ليک مان ٽڪرا ڏيون ٿا.
۱۸۸۱ع جي انگن اکرن مطابق سنڌ جي آدمشماري
۲ لک آهي. ان جي ڪوهستان واري حصي ۾ چن
واريءَ سو پٿر آهي. سنڌ جو، هوندي بہ، گهڻو حصو،
مٽ تہ چن جي پٿرن تي بيٺل آهي. حيدرآباد جنهن
ڪجي ٽڪر جي چيڙهي تي اڏيل آهي، ان ٽڪر جو

۾ ڪيترا ئي ٻوڌي آثار آهن. هي سڄو علائقو، ٻوڌي
علائقو ٿي رهيو آهي.” هوڏانهن لس ٻيلي وارين
گونڊ ڪمار غفائون ٻدا ڏڪي هٽڙ جي ڇٽي سگهجن
ٿيون ته ٻوڌي غفائون هيون.”

ٻوڌي سنڌ جو ذڪر ڪندي جڏهن عربن جي
ڪاه ٿي اچي ٿو تڏهن عجب ٿيو لڳي ته سنڌ ۾
نه صرف هڪ ديٻل مندر ۾ ئي سٺ سؤ ٻوڌي
ڀڪشڻيون گوتم ٻڌ جون پوڄارڻيون هت آيون.

مٿين ڳالهين مان ڏسڻ ۾ ايندو ته نه صرف سنڌ
۾ ٻڌ ڌرم زور هو، پر پاڙون پختو هو. هن ڏس ۾ اڃا
ته ڪيترو ڪوٽائيءَ جو ڪم رهيل آهي. جڏهن خاموش
ڪير ٿو ڄبل ۽ سنڌ جي ماٺ ئي ماٺ ۾ بيٺل دڙن
۽ ديرن جي کوجنا ڪئي ويندي تڏهن لاشڪ اسانجي
سنڌ جي اتهاس جون ٽٽل، ڀڳل ڪڙيون ظاهر ٿي
پونديون. مسٽر ڀنڊارڪر جي لفظن ۾، ”اتر سنڌ ۾
ته ٻوڌي آثارن جو ڪاٿو ئي ڪونهي، صرف ڪي
کوجنا جي لڳن وارا صاحب ۽ ڌنوان گهرجن.”

SAROJ THARWANI
Barack No. 201, Room No. 2,
ULHASNAGAR-421 001.

تواريخ ۾ لکيل آهي ته ”ڪشمير جي بادشاهه (ڪنشڪ)
جڏهن سنڌ تي چڙهائي ڪئي تڏهن هن اهو وهار
جوڙايو“ اهو ساڳيو ئي وهار آهي، جنهنجو حوالو
اسانکي چچنامي مان به ملي ٿو. چچ ئي هن وهار جي
مرمت ڪرائي هئي.

ٿل ميرڪن مان جي نيرا ڪوٺا (پڪيون چٽو
ڪيل) سرون مليون آهن تن ۾ گوتم ٻڌ ورط هيٺان ويٺو
آهي. ڪن چٽن ۾ ٻڌ جي ماتا ٻڌ کي جنم ڏيئي رهي
آهي ۽ هڪ مورتيءَ ۾ ٻڌ پنهنجي استريءَ يشودرا
کي ننڊ ۾ سمهيل هوندي ئي وداع ڪري رهيو آهي.

مسٽر راورٽيءَ جي خيال موجب سڌرن جي دڙي
۾ ٻڪشن جون جايون ۽ وهار هو. پاسي ۾ جو ٻيو ننڍو
دڙو آهي اهو هنن جي شمشان ڀومي هو. مسٽر پنڊارڪر
لکيو ته ”هي ٿل به ڪشن بادشاهه يعني ١٠٠ عيسوي
صديءَ کانپوءِ جو ٺهيو ٿي سگهي.“ هتان جي هڪ
مورتيءَ ۾ ٻڌ وينل روپ ۾ ڏيکاريل آهي ۽ سندس مٿو
گهنڊيدار وارن وارو آهي.

ميرپور خاص وارو ڪاهوءَ جو دڙو ته سڌو سنئون
ٻوڌي بستي آهي جا ٻئي ٽئين کان پنجين صديءَ ۾
ئي آباد هئي. ٻڌ ڌرم مڪران، تائين پکڙيل هو، جو
ٻئن سمي سنڌ جو حصو هو، سر ٿامس هولڊچ
پنهنجي ڪتاب گيٽس آف انڊيا ۾ لکيو ته ”لاڙ

اُٿين هلڻو هو پوءِ ئي ڪين عام گڏيل رڌڻن
(common kitchens) جي اجازت ڏيڻي هئي. ان جو
هڪ ٻيو به سبب هو ته جيئن ڀڪشن ڪي پنهنجو
وڌيڪ وقت ڌرمي ۽ ساهتڪ مشغولين ۾ ڏيڻو پوي."

جان مارشل، سڪن ۽ مهرن جي جاچ جوچ مان
ان نتيجي تي پهتو ته "ٽين صديءَ جي شروعات
کان پنجين صديءَ تائين هتي ٻوڌن جو زور هو."
راکلداس، مجمودر ۽ ڊڪست صاحب جي نظرن ۾
جهڪر، واره، رتيڏيرو، ٻاڊه، ٻڌ-ڏڪر، جهرڪ سڀ
ٻوڌي بستيون هيون.

جهرڪ بابت مسز ڪول سنڌ جي ڪمشنر ڏانهن
هڪ خط ۾ لکيو هو، "جهرڪ جا سڀ سينگاريل حصا
وٽندڙ آهن. اهي ٻوڌن جي پهاڙي غفائن جي مندرن
جهڙا آهن. جي مورتيون آهن، تن لئي گوتم ٻڌ سماڌيءَ
۾ ويٺو آهي. سندس مٿو پڳل آهي ٻر ڪنڌن جهڙا
ڪن ۽ ٻڌ جون ٻيون نشانيون صفا ظاهر هيون."

ٻرهمڻآباد واري ڏيپار گهنگهري واري ٿل جو
ذڪر ڪندي سر هينري ڪزنس لکيو، "اهو وهار
ٻهرين صديءَ ۾ ٺهرايل آهي. چو ته انڪان اڳ جي
ڪاٻ، عمارت اجا سنڌ مان نه ملي آهي." جنرل هيگ
چوي ٿو ته ساونديءَ جي ٻوڌي بستي يعني هي ٿل،
مجمل-ال-تواريخ جي ڏند ڪٿائن ۾ به مليو. ان

سياري ۾ هٿان لنگهيو هو تہ سخت ٿڌ سبب ٿي وستر پهريا هئائين."

الور بابت لکيئو، "هتي چاندي ۽ پتل جام ٿئي ٿي، ريون اٽ بہ جهجها ٿين. لوهہ اڇو ۽ ڪارو ٿئي."

ان ئي دور بابت راکلداس بئنرجي لکي ٿو تہ، "ٻڌ ڌرم واري زماني جي ستاويهن وڏن ۽ ننيونجاهہ ننڍين شهرن جا ويرانا سوهڻ، سعد، سکر ۽ لاڙڪاڻي ۾ آهن."

هو موهن جي دڙي بابت لکندي ٻوڌي سعد جو ذڪر ڪندي لکيئو، "اتي هڪ اوچي دڙي تي ٻڌل ٿل ۽ ٻڌ ڌرم وارن جو هڪ مٺ هو، جنهنجون ڀتيون سنڌو نديءَ جي سطح کان ۴۶ فوٽ اوچيون هيون. مندر جي چوڌاري ڀکشن جي رهڻ لاءِ ڪوٺيون هيون. وچ ۾ هڪ ننڍڙي ڪوٺي هئي جتي ٻڌ جي مورتي رکيل هئي."

جان مارشل ٻوڌين جي جيون بابت لکيئو تہ "شروع ۾ وهارن سان رنڌڻا ۽ سيڌي سامان جي ڪوٺين جو هجڻ غير رواجي ۽ اساڌارڻ هو ڇو تہ ڌرم جي سکيا انوسار ٻوڌي ڀکشن کي پنهنجي روز مرہ جو کاڌو هر روز ٻا تہ شهر مان ڀکيا طور آڻڻو هو يا پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ اڪيلي سر نہ کاڻو هو. حالتون جيستائين ايشي نہ ٻڻيون هيون، تيستائين ڪين

گوتم ٻڌ هن سنسار ۾ رهندو هو، تڏهن هر هن
ديس مان لنگهندو هو. اڪري سنڌ ۾ جتي به گوتم
ٻڌ جا پوتر نشان مليا، اتي اشوڪ راجا ڪئين اسٽوپا
جوڙايا. راجا اشوڪ جو ڌرم گرو مها ارهت اپگپت
وقت بوقت هن ديس ۾ رٽن ڪندي، ماڻهن کي ڌرم
گيان سمجهائيندو هو. هن جي نرواڻ بعد جتي به
مها ارهت پنهنجا نشان ڇڏيا اتي به ته وهار جوڙايا
ويا يا اسٽوپا اڏايا ويا." اهي ڏٺا اڄ به جتي ڪٿي
ڏسي سگهجن ٿا.

هو وڌيڪ لکي ٿو، "هتان جا ماڻهو مٿا
ڪوڙائيندا آهن ۽ ٻڪشن جهڙا ڪيسري رنگ جا
وستر پهريندا آهن. هو هنايان جا پوئلڳ آهن ۽ مهايان
جو وروڌ ڪندا آهن. سپاءِ ڪان پٽر ڌل ۽ بي صبر آهن.
انهن جو ملڪ ٿڌو مال چارڻ آهي جنهن مان هنن جو گذر
نڪرندو آهي."

پٽسلا (حيدرآباد سنڌ) جو ذڪر ڪندي لکيو ته
هتي جي اسٽوپ ۾ ٻڌ جا سنڪ پوريل آهن. جڏهن
ٻڌ هتي پورب جنم ۾ رشي ٿي آيو هو، تڏهن هتان
جي بادشاهه هتان ماريو ويو هو. برهمڻ آباد بابت
لکيو، "شهر جي اتر اوڀر جي جهنگلن ۾ هڪ
مڙهي آهي، جتي جي ٻڪشن کي ٻڌ، ڇمڙي جا سنڌبل
پائڻ جي آگيا ڏني هئي، ڇو ته پاڻ به جڏهن، ڪنهن

دوستن جي مدد سان ”ٻوڌي سنڌ“ وشيہ تي ڪجھ
لکڻ جو يتن ڪيو آهي. هتي صرف ان جي جھلڪ
ئي ڏئي سگھبي.

اها هڪ حقيقت آهي تہ جڏهن سڄي هندستان
مان ٻوڌين جي حڪومت ختم ٿي وئي هئي، ٻڌ
ڌرم پنهنجي جنم ڀومي ڇڏي ڏکڻ، اولھہ ۽ اتر ۾ ڦهلجي
رهيو هو تڏهن بہ سنڌ جي حڪومت ٻوڌي هئي.
عربن جي ڪاہ وقت ديبل، نيرون ڪوٽ، برهمڻ آباد،
سيوهڻ وغيره جا گورنر ٻوڌي هئا. سڄي سنڌ جي
رعيت ٻوڌي هئي. ڏاهر جو ڀاءُ چندر برهمڻ هوندي
ٻوڌي راجا هو ۽ سندس راڄ جو ڌرم ئي ٻوڌي هو.
چچ جنهن حرفت سان حڪومت هٿ ڪئي تنهنکي
ڪن ٻوڌي پروهتن ۾ خار هئا پر رعيت جو مقابلو نہ
ڪري سگھڻ سبب ڪيس جٺڪ رعيت سان سمجھوتو
ڪرڻو پيو ۽ کين ٻڌ مندرن ۽ وهارن جي ڪيس مرمت
ڪرائڻي پيئي.

چيني ياتري هيون سانگ سنڌ جي ياترا بابت
لکيتو، ”هتان جي جنتا جو ٻڌ ڌرم ۾ وشواس آهي،
هتي ڪيھ ٻڌ مندر ۽ سوين هزارين مڙهيون آهن، جنهن
۾ ڏہ هزار ڀڪشو رهندا آهن، جي سمهيتا مت انوسار
عابدا جو ابياس ڪندا آهن. هتان جو بادشاہ بہ
ڌرم چڪر (اشوڪ جي) ۾ وشواس رکندڙ آهي. جڏهن

راجپوتن جي سپاهين جي ڀرتي ٿيندي هئي.

هت جڏهن ڪن بزرگن چيو، "اسين هميشه ڊرپوڪ ٿي رهيا آهيون." "اسانکي ڪابه سڀيتا ڪانه آهي." تڏهن اهو لازمي ٿيو ته سنڌ جي اتهاس جي کٽل ڪڙين جي ڳولا ڪئي وڃي. پر ڪوجنا جو هي اڻ ڪانيو ڪم ڪيئن ٿئي؟

اسانوٽ ته اهو پنهنجو ڀومي ٽڪر (ريجن) رهيو آهي جتي ڪم جو ميدان ملي سگهي، نه اهي عالم آهن، جي هن ڏس ۾ نوجوانن جي رهنمائي ڪري سگهن، نه وري ڪي شاهي پستڪاليه، يا ڪي ڪوجنا منڊل ۽ مرڪز آهن، جتي ويهي اتهاسڪ سادنا ڪري سگهجي. جيڪي ودوان آهن تن ۾ به جاتيه جو شعور عدم موجود آهي ۽ نه وري ڪي ميوزم ئي آهن، جتي محڪم علم آثار جي کوٽاين مان هٿ آيل قديم مورتين ۽ مهرن، سڪن، رانديڪن ۽ ٿانون ٿپن ۽ ان دور جي اتهاس تي روشني وجهندڙ چيزون ميسر هجن جنکي جاچي جوچي، ڪن اتهاسڪ نتيجن تي پهچي سگهجي. اسانوٽ ڪا اتهاسڪ مخزن به، ته ڪانهي. ان هوندي به ڪن دوستن وٽ هڪ لگن، هڪ شوق باقي رهيو آهي. پر ان اتهاس کي ٿڌو ڪندڙ ڪيترا ئي مسخرا ۽ مداري اسانوٽ هميشه موجود آهن.

ڇا ڪجي؟ مٿين حالتن هوندي به مون کن

سروج نارواڻي

# ٻوڌي سنڌ جي جهلڪ

سنڌوءَ جي وسندڙ واديءَ ۾ ٻه، ڪي شاندار سڀيتائون پلجيون، وڌيون ۽ جوان ٿيون آهن. ان سبب سنڌ کي ٻه ٻين صوبن جيان پنهنجي پراچينتا جي مهانتا تي فخر ڪرڻ، ناز ڪرڻ جو هر ڪو حق آهي. پٺيان مڙي نهاريندا سين ته ڏسڻ ۾ ايندو ته، سنڌ هميشه، سرحد جي چوڪيدار ٿي رهي آهي. ان سنڌ جي ڀوميءَ مان ئي مالو، موسيڪنوز، آڪسيڪنوز، ساميٽي، سنڌ سوير، ميڊ جاٽ، ابير ۽ سوڍن ذالي لڙاڪو جاتين وديشي حملو ڪندڙن سان لڙندي لڙندي، انهجي زور کي ٽوڙي ڪين هند ڏانهن وڌڻ کان روڪيو هو. انهجي ڪري ئي دارا ٻيو ڪوڙي نه سگهيو، سڪندر اعظم، گهايل هڪ طرف ته دلشڪستو ٿي طرف ٿي پيو. انهن لڙاڪو قومن مان چندر گپت جي سپاهين کان ويندي چوڙا سما

# مضمون

پڇي ته سڀ جواب ڏيڻ لاءِ تيار. شري رامچند کي
اُنتي تورو حسد ٿيڻ لڳو ته هي ڪهڙا وديارٿي آهن
جنهنڪان جيڪو سوال پڇ ته جواب حاضر رکيو آهي.
دل ۾ ويچار ڪيائين ته ڪانئن اهڙو سوال پڇان جنهن
جو جواب ڪين نه اچي. وديارٿي ته وديارٿي پر
خود پرنسيپال کي به نه اچي. آخر سوچي ويچاري
وديارٿين کان هڪ سوال پڇيائين ته هڪ ريل گاڏي
هڪ ڪلاڪ ۾ ٣٥ ميل هلي ٿي ته ٻڌايو ته منهنجي
عمر ڪيتري هوندي.

سڀ وديارٿي پرنسيپال سميت وائڙا ٿي ويا ته هي
ڪهڙو سوال تو پڇيو وڃي. ريل گاڏي جي رفتار سان
عمر جو ڪهڙو واسطو. آخر هڪ ڇوڪري جواب ڏيڻ
لاءِ اٿي بيٺي. پڇڻ تي جواب ڏنائين ته سر توهانجي
عمر آهي ٤٢ سال. ڇو ته شري رامچند جي عمر به
٤٢ سال هئي. جواب ٻڌي انسپيڪٽر يڪدم وائڙو
ٿي ويو. آخر ڇوڪريءَ کان پڇيائين ته تو صحيح
جواب ڪيئن ٻڌايو. جواب ۾ ڇوڪريءَ ٻڌايو ته سر
منهنجي گهر منهنجو هڪ ڀاءُ آهي جنهنجي عمر ٢١
سال آهي ۽ هو اڌ چريو آهي. مون حساب سان توهان
جي عمر ٻيڻ ڪري ٻڌائي. شري رامچند اهو جواب
ٻڌي اسڪول مان اٿين هلي ويو جيئن ڪاريءَ هيٺان
ڪانءُ.

□ وينسي موٽيراماڻي



# سچو چريو

شري رامچند بمبئي ۾ تعليم کاتي ۾ انسپيڪٽر هو. هڪ ڏينهن مهاراشٽرا جي ايجوڪيشن منسٽر هنکي حڪم ڏنو ته الهاسنگر ۾ نيو ايرا هاء اسڪول جي انسپيڪشن ڪري اچ. بس حڪم جي دير هئي. انسپيڪٽر شري رامچند پنهنجي انسپيڪشن جو پروگرام اُن هي اسڪول جي پرنسيپال ڏانهن موڪلي ڏنو.

خط پهچڻ شرط اسڪول ۾ صفايون سنايون ٿيڻ لڳيون. درين دروازن کي رنگ لڳايا ويا. ديوارن کي رنگ لڳايو ويو. اسڪول جي چئني طرف گل ڦل لڳايا ويا.

آخر مقرر ڏينهن شري رامچند اسڪول پهچي ويو. اسڪول جي پرنسيپال سان گڏ هڪ پنجين درجي جي ڪلاس ۾ گهڙيو. پوءِ ڪجهه سوال تواريخ جا ڪجهه جاگرافي جا وديارٿين کان پڇڻ لڳو. اسڪول جا وديارٿي به تمام هوشيار هئا. جيڪو به سوال پيو

تي ٽڪري پوڻ به فقط مون لاءِ هوندو، فقط......

ڪشور هت ٻهچي ويو آهي. صبوح کان وٺي مان ميوان ۽ رادا ته نه پر هڪ گوپي ٻڻجي بندرابن جي هن ٻوديسيءَ جو ان لاءِ سڄو ڏينهن ڪجهه نه ڪجهه، ناهيندي رهي آهيان. ڪيس ڪارائيندي رهي آهيان ۽ ڪار ۾ وهاري بمبئيءَ جون ڪي شاندار جڳهيون ڪيس گهمائي آئي آهيان. پر سمهڻ کان اڳ، جڏهن چيائين: ”مان سڀاڻي صبوح جو بندرابن هليو ويندس“ تڏهن ڪجهه عجب وچان، ڪجهه ڏک وچان، کانئس پڇيم ته، باقي تون آيو ڇا لاءِ هئين؟ هن معصوميت سان چيو ”فقط توکي ڏسڻ! توکي ڏٺم، هاڻي هليو ويندس!!“

مان موٽي اچي بستري تي ليٽي آهيان پر پنجين ٻجي تائين هڪ مدت لاءِ به اکيون ٻوٽي نه سگهي آهيان. لڳيم ٿو ته هو منهنجي دل جو ڪجهل حصو نئي نه، پر سڄي جي سڄي دل والاڙي ڇڪو آهي ۽ ان کي ايئن هليو وڃڻ ڏيندس؟ شايد نه!

بعدرابن ۾ مان پوءِ ۽ چار ڏينهن رهيس ۽ هو چنچل
پـــر نرمل ٻڌيءَ وارو ڇوڪرو منهنجي پنيان منهنجو
پاڇو بڻجي هلندو رهيو.

بعدرابن مـــان نڪرڻ وقت مون انکي هڪ سو رپيا
ڏنا پر ان وقت منهنجا نيڻ پرجي آيا. هن مونکان سو
رپيا نہ ورتا. چيائين ”اهو اسانجو ڌنڌو آهي پر توهان
کان پئسا وٺڻ تي دل نٿي ٿئي.“

پڇيومانس: ڇو؟ وڌيڪ ڪي بہ اکر منهنجي زبان
مان نہ ٿي نڪتا ۽ آواز ڳورو ڳورو ٿي رهيو هو.

هن ڪو جواب ڪونہ ڏنو پر هنجي نيڻن مان ايترا
آنسون ٽپڪڻ لڳا جو مون سمجهيو تہ هن هوٽل جي
ڪمري ۾ هڪ گـــرم جل ڌارا واري ٻـــي جمنا وهي
هلندي.

مون ڇڪي هن کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لائي ڇڏيو
۽ چيومانس ”ڪڏهن بمبئيءَ گهمڻ اچين تہ مون وٽ
ضرور اچجان. مون پنهنجو ڪارڊ کيس ڏيئي ڇڏيو.

ان ڳالهہ کي ٻہ سال گذري ويا آهن تہ اوچتو ٽيون
ڏينهن هن جو لفافـــو آيو آهي ۽ ڏنل احوال موجب
پرهينءَ هتي پهچي رهيو آهي. مان سمجهندي هيس
تہ مان هڪڙي ڇري آهيان جو ان پرديسيءَ کي،
نندلعل جي هڪ گوالي کي، هڪ ڏينهن لاءِ بہ وساري
نہ سگهي آهيان پر اڄ لڳيم ٿو تہ هن جو هيڏي سفر

مونکي ڇڏي ٻين گوپين سان ٿو وڃي ۽ ڳالهائي!

ڪرشن جڏهن پنهنجي راڌيڪا کي ڏٺو ته ڊپ کان ٻنسري ٿي هٿ مان ڇڏائجي ويس ته مار، هاڻي راڌا ته ڪاوڙ ۾ ٿي ڏسجي. راڌا کي پرچائڻ لاءِ هنکي ٻنسريءَ جو سهارو وٺڻو پيو. ڪرشن ٻنسري وڄائي ۽ راڌا هن کان رٺل رهي، اهو نه ممڪن ئي ڪونه هو. پر بس. راڌا ڪرشن کان ڪيترو وقت ٿي رٺل رهي سگهي. اهو درشيه ڏسي گوپين هڪ ٻئي کي چيو: ڏٺو ڪيئن جڏهن راڌا کي ڏٺائين ته اسانکي وساري ڇڏيائين پر اسان وس کان ٻاهر آهيون. ڪيئن نه هن جي موهڻي صورت ٿي موهجي هنجي ڇڪمي ڇپرڻ ڳالهين ۾ اچي پنهنجو پاڻ به ڀلايو ٿيون ڇڏيون.

مونکان گائيڊ پڇيو ”توهان کي ڪيئن لڳي راس ليلا ۽ سيٺي کان وڌيڪ اداڪاري ڪنهنجي وڻيو؟“

مون چيو ”انهين ته دل ڇڪيندڙ ۽ من کي راحت ڏيڻ لاءِ ته گوپيون به دلڪش هيون، پر دل کي راحت ڏيڻ وارا ته ڪرشن ۽ راڌائي هئا. ۽ مونکي سيٺي کان وڌيڪ ڪرشن جي اداڪاري وڻي. تنهنتي هن مونکي ٻڌايو ته جڏهن پاڻ اسڪول ۾ پڙهندو هو ته پاڻ به ڊرامن ۾ ڪرشن جا پارٽ ادا ڪندو هو.

مون ڪانئس پڇيو ”ڪهڙو پڙهيو آهين؟“ ”تازو مئٽرڪ پاس ڪئي اٿم.“ هن چيو:

ٿي ويٺون جيئن ئي بسوريءَ جي ڌن بند ٿي، تيئن
گوپين کي ڏوراپا ڏيڻ ياد آيا ۽ ڪرشن کي چوڻ
لڳيون: توکي تہ صرف راڌا ئي ٿي وڻي. اسان ۾ تہ
تنهنجي اک ئي ڪانہ ٻڏندي آهي. راڌا ڪانسواءِ توکي
ٻيو ڪجهہ سجهي ئي ڪونہ ٿو. اسان تہ مڙيئي آهيون
راڌا جي غيرحاضريءَ ۾ تنهنجي دل وندرائڻ لاءِ.

ڪرشن هيڏين! گوپين ۾ گهيريل هو ۽ انهن کي
ناراض نٿي ڪرڻ چاهيائين، سو پنهنجي بچاءَ ۾ چوڻ
لڳو: مان تہ سڀ ويٺي آهيان سڀني کي ساڳيءَ نظر
سان ڏسندو آهيان. مان راڌا ۽ توهان سڀني کي هڪ
جهڙو سمجهندو آهيان. انهن جا اهي هڪ ٻئي کي
ڏوراپا ڏيڻ واري راند ڏسندي ۽ ٻڌندي درشڪن کي
ڏاڍو لطف ٿي آيو. مونکي ايترو خوش ٿيندو ڏسي
گائيڊ ٻڌايو تہ هتي تہ اهي راس ليلائون گهڻي قدر
ٿينديون ئي رهنديون آهن ۽ مون تہ اهي گهڻيئي
ڏٺيون آهن. مون چيو "اسان وٽ بمبئيءَ ۾ اهڙيون
راس ليلائون ڏسڻ لاءِ ڪٿي ٿيون ملن؟"

اڄا گوپين جا ڪرشن کي ڏوراپا ملن ئي پيا تہ
راس ليلا جي هيروئن ۽ ڪرشن جي راڻي راڌا بہ
اچي پڌاري. ڪرشن ڪنهيءَ کي گوپين وچ گهيريل
ڏٺائين ۽ انهن سان روح رهاڻ ڪندي ڏٺائين تہ ڏاڍا
?ار لڳس ۽ دل ئي دل ۾ ساڙ ڪرڻ لڳي تہ ڪيئن

ڳاڙهيون ڏٺم ۽ بي اختيار پڇي ويٺس: تنهنجون اکيون ڳاڙهيون ڇو آهن؟

هن چيو: برج ڀوميءَ جي برهمڻن ۾ ٿوري يا گهڻي ڀنگ پيئڻ جي عادت ٿيندي آهي. مان تمام ٿوري پيئندو آهيان پر به انجو ٿوروئي اثر ظاهر ٿي پوندو آهي... اڄ مدت کانپوءِ چيائين ”ميم صاحب! توهين کوبه ألکو نه ڪجو. هيڪاري هڪڙي گولي توهان لاءِ به ڪڍي آيو آهيان. جيڪڏهن توهانجو مون ۾ وشواس آهي ته اها گولي توهان به بنا ڪنڪي وٺي ڇڏيو. راس ليلا مان توهان کي ٻيڻو مزو ايندو. مون شراب ۽ ڀنگ ڪڏهن واپرايا ناهن، البت، بيئر ڪڏهن ڪڏهن پيتو هوندم. منهنجي ناناڻي گهر منهنجو نانو ۽ ماما ڀنگ پيئندا آهن ۽ خبر هيم ته ڀنگ ڪو نشو نـه ڏيندي آهي. سوچيم: جي ٿورو خمار چڙهيو به ته وٺي ڏسجي اهو به مزو!! مون گوري ورتي ۽ هن سان گڏ ڪرشن جي اصلي ڀوميءَ ۾ ڪرشن ۽ رادا جي روح رهاڻ ٻڌڻ لاءِ ساڻس گڏ نڪري به ويس. راس ليلا جي ميدان تي پهتاسين ته اتي بندرابن جو ڪرشن ڪنعيو، جيڪو هو تـه ڪارو پر سيني جي اکين جو تارو، ڏاڍو من موهڪ پئي لڳو. پنهنجي عادت موجب سيني گوپين جي وچ ۾ نهي سنيري وينو هو ۽ مرلي وڄائي گوپين کي ريجهائي رهيو هو ۽ گوپيون به بنسري ٻڌڻ ۾ مگن

هو ٻه الائي ڇو مون کيس وري سڏ ڪيو.

پڇيومانس : هتي رات جو ڏسڻ لاءِ چانڊوڪيءَ ۾ ڪجهه نئون نئون ڪونهي؟

هن چيو "ميم صاحب گهڻوئي ڪجهه آهي. توهين هلندا ڏسڻ؟"

"تون ايندين مونکي وٺڻ؟"

"توهين اڪيلا هلندا مونسان؟"

"ڇو؟ تون جو مونسان گڏ هوندين، پوءِ مونکي ڊپ ڪهڙو؟"

هن اڻوجهائيءَ سان پڇيو: ايڏو ڀروسو آهي توهان جو مون ۾؟

مون چيومانس: تون خود ڪرشن جهڙو نرمل ٿــ لڳين پيو. هو مشڪڻ لڳو ۽ چيائين "اڄ رات توهان کي ڪرشن ليلا تي وٺي هلندس. توهان کــي ڏسي ڏاڍو مزو ايندو."

هو هليو ويــو. مون هوٽل ۾ مانــي گهرائي. هڪ مئگزن جا پنا ورائيندي، واچ ۾ نهاريندي ڏهين بجي جو انتظار ڪندي رهيس. انهن ٽن ڪلاڪن ۾، سچ اهو آهي ته، مان مئگزن مان ڪجهه به پڙهي ڪونه سگهيس. هو بلڪل پوري ٽائيم تي پوري ڏهين بجي پهچي ويو. کيس نئون گيڙو رنگ جو ڪڙتو پيل، هو، ٻــر ڏوتي شايد ساڳــي هئس، سندس اکيون ڪجهه

ڪهاڻي

□ لتا ڪي. ڏهلياڻي



# وڃڻ نه ڏيانس!
## شايد نه!!

اسين ٻندرابن ۾ وياسين. غير معمولي پوشاڪ ۾ جڏهن گائيڊ کي ڏٺم تڏهن ڀرين تپرس ۾ پيس. مان ته بمبئي اجنتا آگري دهليءَ جي گائيڊس کي سوٽ ڀرت ۽ هيرو ٽائيپ وارن سان ڏسڻ تي هريل هئس، ۽ هيءُ سورهن سالن جي ڪشور اوستا وارو، ننڍڙن وارن ننڍڙيءَ سفيد ڌوتيءَ ۽ صاف ستري ڪڙتي ۽ ٻاڙهي تلڪ وارو گائيڊ مونکي ڪجهه عجيب لڳو.

ٻندرابن جا مندر گهمائي شام جو اٽڪل ستين ٻجي مونکي هوٽل ۾ ڇڏي گهر وڃڻ لڳو تڏهن ڪنهن سنيهه وچان ڪيس چيم:

سڀاڻي به ايندين مونکي گهمائڻ لئي وڃڻ لاءِ؟

هن چيو: توهان جي آگيا تيندي ته ضرور ايندس، اڄا ته منهنجو اهوئي ڪم آهي.

مون ڪيس ڏهن رپين جو نوٽ ڏنو. هو وٺي رهيو

۽ مونکان رڙ جو سبب پڇيائون مون چيومان ته سڀني
۾ جهوليلعل آيو ۽ چيائين ۲۱ صدي اَچڻ کان اَڳ
شادي ڪر نہ ته لت هندوستان ۽ بس ان لت جي
دپ کان رڙ نڪري ويئي. اَمان اُن مهل جهوليلعل
ڪ-ي هٿ جوڙيندي چيو واه لعل واه، جيڪو اَسان
جي پنجن سالن جي ڇوُ ڇوُ سان نہ پيو مڃي ان ڪي
تو لت جي دپ کان ئي ها ڪرائي. هاڻي مان ها
چو ڪئي اهو تہ هڪ توهان ٿا ڄاڻو پيو جهوليلال.



اي مهربان ماتا

اي مهربان مادر! اي منقراد ماتا!
سڀ سک جو سار آهي تنهنجو پيار ماتا!
گڻ کهڙا ڳائي تنهنجا عزيز جيجل!
هڪ اڌ هجي ته ڄڻن ٿئن هت ٿيا هزار ماتا!

عزيز



جي ماءُ کي پيار ڪندي چيو، ”اَدي منهنجو
ڇوڪرو ڏاڍو شرميلو آهي پنهنجو سمجهي کيس
هلائجو.“ ٻئي ڏينهن ڇوڪرو ۽ ڇوڪري سٽاوڙو ڪرڻ
ساهري آيا. ڇوڪري کان سندس ڀيڻ پڇي رهيو هو،
”تنهنجا ساهرا ڪيئن آهن؟“ سندس ڀيڻ چيو،
”بابا منهنجو سهرو طعنا هڻي رهيو هو ته ڏاجي جو
سامان برابر نه ناهي ڏنو اٿائون. پٽس سمجهائيندي
چيو، ”ٻت هاڻي توکي پنهنجي ورت پٽي ٿي رهڻو
آهي پلي توکي ساهري ۾ کهڙا به ڏک اَچن توکي
خوشي خوشي سهڻا پوندا. پنهنجي ڌرم پتنيءَ جو
چوڙ مچج ۽ سندس ڀرابر شيوا ڪج ٽڪجي اچي
ته کيس زور وغيره ڏج کيس خوش رکج.

ڪجهه مهين ڪانپوءِ ڏياري آئي. ڇوڪري وارن
ڇوڪريءَ وارن کي ڏياريءَ جو ڏڻ موڪليو ۽
ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي رسوئي به موڪلائي. ٻئي
ڏينهن ڇوڪري ۽ ڇوڪرو آيا. رسوئي کائڻ ڪانپوءِ
ڇوڪري پنهنجي پيءُ کي پاسيرو وٺي ويو ۽
شرمائيندي چيو، ”بابا توهان ڏاڍو ٺڳجڻ وارا آهيو.
اَهڙي خوشيءَ جي ڳالهه ٻڌي سندس پيءُ کيس زور
سان ڀاڪر پاتو ۽ ڀاڪر پائيندي ئي ڇوڪري جي
رڙ نڪري ويئي. اُن سان گڏ منهنجي به رڙ نڪتي ۽
ننڊ به کلي ويئي. رڙ ٻڌي اَمان ۽ بابا جي ٻ، ننڊ کلي

ٿي ڇوڪريءَ وارن جي سامهون شرمائيندو لڄ ۾
لعل! ڇوڪريءَ جي ماءُ وڪيلن وانگر سوال ڪندي
چيو، ”ڇا ڄاڻين؟“ ڇوڪري شرمائيندي ڌيري سان
چيو، ”سڀ ڪجهه.“ ان تي ڇوڪري جي ماءُ چيو،
”اسانجو سڄو گهر هي هلائيندو آهي، رڌڻ پچائڻ کان
وٺي صاف صفائي تائين پڻس رڳو ٽورو هٿ وجهندو
اٿس ڪم ۾. هيءَ ته رسوئي پنهنجي پيءُ کان سٺي
ٺاهيندو آهي. ڪمائيندڙ هٿ چٽيندو رهندو آهي.
منهنجا، پنهنجي پيءُ جا ۽ پنهنجا ڪپڙا به پاڻ سبندو
آهي. شرميلو ايڏو جو ڪڏهن ڇوڪريءَ جي سامهون
ڪونه ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ۾ سڀ دوست
ٽولو ٺاهي ويٺي ويٺو ڏسندا آهن ماڻهن کي ته
ڇوڪرو وڻيو پر ڇوڪريءَ کي زندگي گذارڻي هئي
سو ڪيئس ڇوڪري به ڏسڻ آئي. ويچارو ڇوڪرو شرم
کان پاڻي پاڻي ٿي رهيو هو ۽ ڇوڪري کي به ڳالهه
سمجهه ۾ آئي ۽ مصري ڇوڪريءَ وارن ورتي.

ڪجهه ڏينهن کانپوءِ شاديءَ جو مهورت نڪتو ۽
شاديءَ جون تياريون ٿيڻ لڳيون. شاديءَ جو ڏينهن
به آيو ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي شادي ٿي ڏي وٺ
به ٿي. هاڻي وداع ڪرڻ جو وقت آيو ڇوڪرو روئي
رهيو هو ۽ سندس پيءُ به روئي رهيو هو پنهنجي جگر
جو ٽڪر ٻئي کي ڏيئي رهيو هو. سندس ماءُ ڇوڪريءَ

ڪاڪي وٽ شالا سکڻ وڃي ۽ انکانپوءِ ھُونکان رڌڻ
پچائڻ جو ڪم سکي وٺي. اَڄڪلهہ اِھو ڪم سکيل
ڇوڪرا جلدي اَگھامجي وڃن ٿا. اَڳتي جيئن ٿهجي
ھي نوڪري ٿان اَچي تون اُن کــي چانهہ وغيره
ٺــاهي ڏيندو ڪر. هاڻي ھُونکان چانهہ وغيره ٺاهڻ
نٿي پڄي پيو ٿي ويو آهيان.

پاڙي ۾ ڇوپڇو چــالو ٿي ويئي تہ اَچان ٿائين
ڇوڪري کي شادي نٿو ڪرائي. آخر زماني جو منهن
بدل ڪرائڻ لاءِ ان غريب پدھجي پٽ لاءِ ڇوڪريءَ ون
ڳولهڻ چالون ڪيون. گھڻا ئي گھر گھميا هرھنڌ ڏيتي
ليتيءَ جي مصيبت. ڪير بہ لک گھري رهيا هئا ۽
ڪي ٽي لک. غـريب ويچارو ايترا پئسا آڻي ڪٿان
جو پدهجي پٽ جا هٿ پيلا ڪري. ۽ سندس پاسي
واريءَ جي ڏيءَ کي مٽڙڪ فيل هئڻ ڪانپوءِ بہ سٺي
هنڌ نوڪري ملي ۽ سندس لاءِ سٺيون سٺيون مائٽيون
هلي رهيون هيون پر اِهي ڏيتي ليتي ڏاڍي گھري
رهيا هئا ۽ سندن کي اَهڙو ڇوڪرو کپندو هو جيڪو
نماڻو هجي، سشيل هجي. سڀ گھرو ڪم سکيل هجي
جيئن تہ ڌر ڌوپو رڌڻ پچائڻ وغيره وغيره.

خئر هن غريب کـــي هڪ ڇوڪري ملي. ڏيتي
ليتي بہ حالت ڏسي گھٽ گھري رهيا هئا. ڇوڪريءَ
وارا ڇوڪري کــي ڏسڻ آيا. ڇوڪرو ويچارو سنهري

پاليندس ۽ ڏيڻ واري کي ڄڻ ڇتا ئي نه هئي.
خير ٻئي ڀار اسڪول وڃڻ جهڙا ٿيا. اسڪول جي
داخلا لاءِ ٻئي ڀاڙيوارا اسڪول ويا. ڇوڪريءَ کي
ته داخلا ملي ۽ ان جي مٿان في به معاف. ٻه
ڇوڪري واري کان ٽيوشن گهري رهيا هئا. سو
وچاري پٽ کي پاڙهڻ لاءِ ٽيوشن ڏيڻ به قبوليو ان
لاءِ وچاري کي ڀيڻ جي وڏن جا قيمتي سامان وڪڻڻا
پيا ۽ مٿان هر مهني ڍيءَ جو ڦڙڪو.

ڏينهن گذريا. ٻئي پاسي وارا ڇوڪرو ۽ ڇوڪري
مئٽرڪ جو امتحان ڏيئي آيا. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ
نتيجو به مليو. غريب جو پٽ محنت سان پاس ٿيو ۽
ڇوڪري ناپاس ٿي پيئي.

اڳتي پڙهڻ لاءِ غريب ڀيڻ جي پٽ کان پڇيو.
تڏهن ڇوڪري چيو، ”بابا مان ڪاليج ڪونه ويندس
ڪاليج ۾ عزت جو خطرو آهي زمانو ڪيڏو نه خراب
آهي رستي تي جوان شريف ڇوڪري کي ڇوڪريون
ڪيڏو نه تنگ ٿيون ڪن اهي ڇيڙن ته دنيا ان کي
ڪجهه نه چوي. اسانجو جيڪڏهن هٿ هڻن کي پل
۾ لڳي ته بس پبلڪ کي هٿ صفا ڪرڻ جو موقعو
ملي ويندو. انڪري شريف جوان ڇوڪرن جو گهر
کان ٻاهر نڪرڻ جو زمانو ڪونهي. ان جي ڳيءَ نه
محسوس ڪيو ۽ چيائين سياڻي کان سامهون واري

ڪهاڻي

□ مهيش ڪمار جسواڻي



# ايڪويهين صدي

آسانجو ديش ۲۱ صدي ڏانهن وڌي رهيو آهي. ۲۰ صدي ۾ عورتون مردن سان ڪلهي ۾ ڪلهو ڏيئي هلي رهيون آهن ۽ شايد ۲۱ صدي ۾ عورتون مردن کان اڳ نڪري وڃن اهو سوچيندي سوچيندي ڪالهه رات ننڊ اچي ويئي. چوندا آهن جيڪو انسان سوچيندو آهي اهو ئي رات جو سپنو ايندو آهي. سو مونکي مردن جي پٺتي ٿيندڙ حالت جو سوچي ننڊ اچي ويئي ۽ ننڊ جي ايندي سپنن جي دنيا ۾ پهچي ويس.

ڏسان ڇا ٿو ته ۲۱ صدي جي شروعات ٿي ويئي آهي ۽ ڪنهن غريب جي گهر پٽ ڄائو ۽ پٽ ڄمڻ سان ويچارن جي گهر ماتم مچي ويو ۽ سڀني پاسي واري وٽ ڌيءَ ڄائي ته اهي خوشيون ملهائي رهيا هئا. ويچارو پٽ وارو سوچي رهيو هو ته ڪيئن

ٿهن ٻت جو ٻدر ڪٽي مونکي هڻن جي نظرن ۾
ڪيرائي رهيو آهين“ ۽ هن جون اوڇنگارون شروع
ٿي وينديون هيون.

ڇهين ٻار، شادي ڪري، ٻههڄو ڏاجو سنڀاليندي،
ٿون مِين ڪٽيندي، ماءُ جي ڪنڌ ڪٽڻ کان بيزار ٿي
ڊار ٿي ويا. گهر شمشان گهاٽ جيان خاموش آهي،
ٻارڙن جي ڪل مستي ٽهڪڙو، رودن ڪجهه به نه آهي،
پيرسن اوستا ۾ ڪير ٻـ، گڏ نـ آهي جو پاڻيءَ جو
گلاس ٻري ڏيئي. سڀ سهارا ٽُٽي چڪا آهن، ممتا
موه جا ٻنڌن ختم ٿي چڪا آهن، يار دوستن کان
دور، مٽن مائٽن کان دور، پياري اولاد کان دور،
ڪيلائپ جو احساس. سوچيان ٿو، سڄي عمر گذري
ويئي زال کي سمجهائيندي، مگر هوءَ اڃا به نه ٿي
سمجهي اڃان به نه ٿي سمجهي.

Tekchand Rewani "Mast"
Jai Apartment, 3rd Floor,
Near Aman Talkies,
Ulhasnagar-421 003.

عمر وڌڻ سان هن جي زبان به بي لغام ٿيندي ويئي نه پنهنجي جي ڄاڻ نه پرائي جو لحاظ هر ڳالهه ۾ ٻيڪ اچلائڻ لڳي. پاڙي اوڙي ۽ پنهنجي اولاد سان به ڪوئنس بازيءَ کان باز نه ايندي هئي. هن جو سڀاءُ تيز ٿيندو ويو، گهڻو ئي سمجهايومانس ”بابا ڪجهه غم کاءُ“، مگر هوءَ، مڃڻ واري نه هئي. ڪڏهن مان به نه ڇڙندي هئي، اکيون ڦوٽاريندي هئي جهيڙا ڪندي هئي ۽ وڙهڻ لاءِ بهانا تلاش ڪندي هئي پيار سان، ڌمڪيءَ سان، ڪنهن به طريقي سمجهڻ کان باز نه ايندي هئي.

وڏي پٽ جي شادي ٿي، ڪافي ڏاجو مليو. مگر منهنجي زال جنهن کي سس جو خطاب مليو هو، سا ڪٿي ٿي ملئي شڪر ڪري؟ هن جي، ڏئي وڏي ٿي ڪٿ ڪٽ، نهن سان وڙه وڙه. گهر ۾ باسڻ ڪڙڪڻ لڳا. ڪافي سمجهايومانس ”مائي، هاڻي ٻارن تي راڄ ڪرڻ جو زمانو نه آهي، هنن سان هيٺائين هلڻ جو وقت آهي. ڪٿ ڪٽ ڪندينءَ ته هو گهر ڇڏي هليا ويندا. ڪجهه پرائيءَ جائيءَ جو به خيال ڪر، هوءَ ڇا سوچيندي هوندي. هٿن ڪـي چنبيندي چوندي هئي ”هون، مان ڪو ٻڌان ٿي ڇا؟ ونءِ ي وٺي به پنهنجو مڙس وٺي ويندي، پيو ڇا ڪندي؟ هن عمر ۾ ٿي نهرن خاطر پاڻ کي ستاريان؟ تون ئي

آئينده جا سهارا آهن. جن کي ٻار نه ٿيندا آهن،
سي ئي برٿ ڪنٽرول جا بهانا ٺاهيندا آهن......"
هن ڳالهه نه سمجهي ته مان ڇو ٻارن جو پيءُ بڻجي
ويس. پگهار گهٽ، وڌندڙ عمر ڪان به وڌندڙ خرچ، ٻارن
جون گهرجون، شريمتي جا شوق، ڪمائيندڙ اڪيلو ۽
خرچيندڙ گهڻا.

رات جي اڪيلائيءَ ۾، زال کي سمجهايم "هاڻي
ته ڪجهه اک پٽ، ٻار وڏا ٿي ويا آهن، مهانگائي
چوٽ چڙهيل آهي، ڪجهه خرچ گهٽاءِ، ٻارن جون
برٿ ڊي پارٽيون نه ملهاءِ، مهمان مڙي جي اچڻ تي
هٿ کي روڪ، ڪيسو ڇوٽ ڇڏي نه ڏي. ڪجهه ته
خرچ گهٽائڻ جو خيال ڪر."

رات جي خاموشيءَ ۾ هوءَ رنڀي اٿندي هئي.
چوندي هئي "ماڻهو ته چون ٿا تون آفيسر آهين،
هزارين روپيه پگهار اَٿئي، لکين روپيه ميڙيا اَٿئي، ڇا
اهي مون مائٽن کي ڏيڻ لاءِ لڪائي رکيا اَٿئي يا ٻارن
دوستن سان عيش ڪرڻ لاءِ جمع ٿو ڪندو وڃين؟
ڪوئي آيو ويو ته ڪجهه ٿورهان ٿي يا ڪجهه پچايان
ٿي ته ان ۾ ڪهڙي ارهه خطا ٿي ڪريان. ماڻهو مون
به ڪوڙائي ساک ڪيندا آهن ته تون سڪيءَ ٿي
ئي پيو ٿو ٿرڪين، اهي زنانا ترڪ تال ڇڏ، "هميشه
خرچ کاءُ ڏيندو شاهه" ۾ وشواس رک."

۾ مان ٻچيس ۽ منهنجي مٿان نظرداري لاءِ منهنجي
ڙال ٻچي. گهر ۾ سنسات ڇانئجي وئي. اڪيلائپ جو
احساس، دم گهٽجڻ لڳو.

شريمتيءَ سان حال اوريم، ”منڙي مائٽن ٻنان مان
اٻاڻڪو ٿي پيو آهيان، هت ڇڏ، هل ته. هلي ماءُ
پيءُ کي پيرين پئي معافي وٺي، هن گهر ۾ واپس وٺي
اچون.“

هوءَ هت تان هيٺ نه لٿي مرڪندي چيائين
”منڙا ڇڏتا نه ڪر، مان ماءُ ٻڻجڻ واري آهيان، هر
سال توکي نئون نڪورو راندڪو ڏيندي رهنديس،
توکي ڪڏهن به اڪيلائپ جو احساس نه ٿيندو...“

۽ ٽن سالن ۾ ٽي ٻار، ٻار جڻسي خون پيئڻ لڳا،
نعب آرام ڦٽائڻ لڳا، ڏهر جا خرچ وڌڻ لڳا گهر مان
شانتي ۽ صفائي، سڀنجها جي ٻاڇڻ جيان گم ٿيندي
ويئي.

وڌندڙ بوجهه ڪمان دکي تي شريمتيءَ کي سمجهايم
”منهنجي هاٺي ته بس ڪر، ٻار ڄڻڻ بند ڪر، ٽي ٻار
خون پيئڻ لاءِ ڪافي آهن، ڪجهه برٿ ڪنٽرول تي
به عمل ڪر.“

چڙ مان چيائين ”ڪمائڻ جي لائق نه رهيو آهين
ڇا، جو ايندڙ ٻارن جي هتيا جو پاپ، سر تي کڻڻ
لاءِ تيار ٿو چوين؟ ٻار ته، گهر جي سونهن آهن، ونڊر آهن.

ڪجهه ڪرڻو پوندو؟
ڪافي سمجهايو ماڻس، هيٺيون مٿيون ڏنيون ماڻس
ته ڪتا به ڪڙم سان سهندا آهن. مائٽن يارن دوستن
سان ڦٽائي ڪيئن جي سگهبو؟ مگر شريمتيءَ منهنجين
ڳالهين کي پڌو اٽڪو ڪيو ۽ مٿن مائٽن جي عزت
جو جنازو آرام سان، آهستي آهستي ڪڍڻ شروع
ڪيو.

جن کي چانهه ڦڪي وڻندي هئي، تن کي شربت
جهڙي چانهه ڏيڻ لڳي، جن کي، مٺي چانهه گهربل
هئي انهن کي ڦڪي چانهه ڏيڻ لڳي. جن جو وات
پڪل هو تن کي ڀاڄيءَ ۾ مرچن جي لپ وجهي
ڏيندي هئي. ڪائيندڙ سيسرات پريندي، نماڻين اکين
سان نهاريندي بسترا گول ڪرڻ لڳا. هو وٽلي تي
بيسواد دال ۽ اٽيي ڦلڪي کي ملندو ڏسي، مٽ
مائٽن جي محبت مرندي ويئي. لذيذ چشڪن جي
ڪاڏي جا هريل، منهنجي زال کي آفت سمجهي
موڪلائيندا ويا. آيلن، وڃڻ بعد وري موٽڻ جي وائي
وات نه آندي. هن جي ڪٽ پٽ گهٽي ۽ ناز نخري
کان تنگ ٿي، ماءُ پيءُ ۽ ڀائر به پنهنجي سلامتي
خطري ۾ ڏسي، موڪي اڪيلو ڪري، زال جي رحم
ڪرم تي ڇڏي، گهر نه ڇا، شهر مان ئي لڏي ويا.
۽ آخر، هڪ ڏينهن، ڀريل گهر خالي ٿي ويو. گهر

ڪي جاڳندو ڏسي، اُٿاري انهن مرڪندي
چيائين ”گڊ مارننگ مسٽر ريواڙي“. رات جي ڳالهه
رات ٽائين ختم، مان اَسو کان ٿي اڪيون وڃي وئي
آهيان ته تون اٿين ۽ مان توسان ڳالهايان. ڳالهائي
دل جو بار هلڪو ڪريان. تو رات ڪافي اُپديش
ڏنا، ته سيٺي کي پنهنجو سمجهه، هرڪ کي پنهنجو
بڻاءِ، ڇا انهيءَ لاءِ، ته سڀ اچي منهنجي سيٺي تي
مڱڻ ڏرن. ڪنواري هوندي پڙندي هٿس ته هيءُ گهر،
گهر گهٽ ڌرمشالا وڌيڪ آهي، جيڪو بہ گهران
رسندو آهي، سو بيءِ ڏڪ هٿ هلبو ايندو آهي.
تنهنجا مٽ مائٽ، توکي بيوقوف بڻائي، پيار ڏيکارڻ
جو پوٽنگ رچائي، ٽيڙ ٽاڙيون ڪٽي، اچي هتي خيما
کوڙيندا آهن. تنهن جون پيءُ، شادي ڪرڻ بعد، ٻارن
ڄمڻ بعد ٻه، ساهرن ۾ گهٽ پيڪن ۾ وڌيڪ رهنديون
آهن، سڪيلڌي پاڻ جو اُنو خلاص ڪنديون آهن.
تنهنجا سوٽ، ماساٽ بہ لڪي ڇپي مڃن ڪري مروٽا
ڏيندي، ڪاٺي پي رمندا رهندا آهن. تنهن جا پاڻ
هيڏا سارا ڏکهه ٿيا آهن، پر ڪمائي ڪجهه بہ ڏ،
ويٺو ڪتابن ۽ فين جي ڀائي گهر جي لٽي رهيا آهن
پئسا برباد ڪري رهيا آهن. تو ڇيو هو نہ، ته هاڻي
هيءُ منهنجو بہ گهر آهي، مان اِها ڦرلٽ هلڻ نہ
ڏيندس. آخر اِئين ڪيستائين هلندو؟ مونکي نہ

ٿيندا آهن. اِها ٿي مريادا......

سندس ليڪچر کي، اڄ ٻه ڪٿيندي، ڪيس پاڻوه مان سمجهائيندي چيم ”اڄ شاديءَ جي پهرين رات ٿي ڪل ڪل گهٽي ڪري ايندڙ وقت کي، سڪي جيوت کي ڪر ڪر ڪو نه ڪر. هاڻي هيءُ گهر تنهنجو به آهي، سڀني سان پيار سان هلندينءَ، عزت سان ملندينءَ ته پوءِ ڪير به توکي مفت جي نوڪرياڻي نه سمجهندو، سڀ گهر جا ڀاتي توکي پنهنجو سمجهندا، پنهنجن کان وڌيڪ ڀائيندا، انسان کي سک، من جي شانتيءَ سان ملي ٿو، سڀني کي پنهنجائپ ڏي، پيار ڏي، عزت ڏي، وڏڙن جي سيوا ڪر، پاڻهي ڏسندينءَ ته سڀ تو تان گهور گهوران ويندا......“

”او.ڪي. مسٽر رٺواڻي، وقت گذرندو ٿو وڃي، رات گذرندي ٿي وڃي، زندگي پئي آهي، تنهن جي ڳالهاين کي ٻڌڻ لاءِ، سمجهڻ لاءِ، هيئنئين سان هنڊائڻ لاءِ......“

اوٻاسيون ڏيندي، ٻتي وسائيندي، هوا ۾ هڪ مرڪ موڪلائنهن اُڇلائيندي، هن پاڻ کي بستري تي اُڇلايو.

سهاڳ رات جي سمجهاڻي جو اثر هن تي ڪهڙو ٿيو ان جي ڄاڻ صبوح سان ٿي پئجي ويئي. مون

ڪجهه ته لڄ شرم ڪر، شرم حيا جو ليڪو نه لنگهه.
گهر وارا جاڳي رهيا آهن، مهرباني ڪري منهنجي
صلاح مڃ ڪجهه ننڍي وڏائيءَ ۽ موقعي ڪي اهميت
ڏي...... آواز کي آهستي ڪر."

"اڙي راجا ٻڌو اٿم تون حد فارورڊ آهين، ڇڙو
مائيڊ ناهين، ڇا تون ناراض به ٿيندو آهين؟"

هوءَ دٻيل ٽهڪ ڏيڻ لڳي، اکين کي ۽ هٿن
کي نچائڻ لڳي.

پاڻ کي گنڀير ٻڻائيندي چيم "ڳالهه ناراض ٿيڻ
جي نه آهي، ڳالهه سمجهڻ جي آهي، مان مريادا جي
آهي......"

مـــرڪندي مرڪندي هوءَ بـــه گنڀير ٿي وئي.
چيائين "برابر، ڳالهه مريادا جي آهي. مريادا موجب،
شادي بعد، ڇوڪرين کي سالن سان گڏ گهاريندڙن،
گهر جـــي ڀاتين سان لاڳاپا ٽوڙڻا پوندا آهن، مريادا
موجب، ڀي سمي، قرض کڻي به ڏيڄ کي ڏاجو ڏيڻو
پوندو آهي، مريادا موجب، نه چاهيندي بـه زال کي
مفت نوڪرياڻيءَ جي ڊيوٽي ڏيڻي پوندي آهي مڙس
جي ٿي نه، پر سس سهري، ڏيرن نڻانن وغيره جي
به سيوا ٽهل ڪرڻي پوندي آهي. اها به مريادا آهي
تـه پور جيان وهندي به، ڪيترو سنو هلندي بـه
ڪنوار کي ڀل ڀل ۾ طعنا ٻڌڻا پوندا آهن، مهڻا سهڻا

دمن سان سهاڳ-ڪمري جو ڀيڪڙيل در کولي اَچا
ندر داخل مس ٿيس، ٻڌم ”هيلو مسٽر ريواڻي، ڪهڙو
عال آهي؟“ شريمتيءَ جي مک مان آواز ٻڌي وائڙو
ـي ويس، پوءِ پهڻ جيان بيهجي ويس. سوچيم هيءُ
ڇا ٿي رهيو آهي؟ هيءُ ڪهڙي اَموني جو سواگت
ـي رهيو آهي؟ هيءَ ڪهڙي قسم جي ماڊرن سهاڳ
ات آهي؟

”ڇو راجا، ڪهڙن خيالن ۾ آهين؟ ڇا مٺيون
سمجهي ويون اَٿئي يا دل کي جهٽڪو لڳو اَٿئي؟
سوچيو هوندءِ ته مومل مهن موٽن ۾ وڃي وٺي
هوندي. فلمن ۽ ناولن جي هيرو جيان، ڪمري ۾
داخل ٿيندي ٻه ٽي پيار جا رٽيل ٻڌيل ڊائلاگ
دهرائيندين، منهنجي مُنهن تان گهونگهٽ کڻندين،
ٿڌا ساهه کڻندين، گسيل پٽيل شعر پڙهندين، منهنجي
ـوين ٻوڙ وقت، اڌ ۾ جهلي، ڇڪي ڇاتيءَ سان
لائيندين؟ ائين برابر آهي نه؟ مون سوچيو، ٿورڪي
ڏيو پرو جو تڪليف ڏيان، پراڻين ريتن رسمن سان
نباهيندي پاڻ کي پوست ۾ ماريان.“ ويڙهي وارن
ساڙهي لاهيندي، پلنگ تي ٽِڪي ڪندي، گائون
ـائيندي، آرسيءَ اڳيان بيهي وار سنوارڻ لڳي. پاڻ
ـي سنڀاريندي، ڇڻ ڪوڙي باداهي ڪائيندي، هن
ڏانهن نهاريندي چيم ”ٺڪ آهي دارلنگ، مگر

مگر هن تي اهڙو اثر ٿيو آهي جهڙو اُبٽي مٽڪي
تي هاريل پاڻي. پاڻيءَ جا وري ٻه ٽورڙي وقت لاءِ
سهين، نشان قائم هوندا آهن، مگر منهنجي زال
منهنجيءَ هر ڳالهه کي، هر صلاح کي سليٽ تي لکيل
اکرن جيان پٽي سمجهيو آهي ۽ ڊاهي ڇڏيو آهي.

آد جڳاد کان شاديءَ جي پوتر ٻنڌڻ کي مان
ڏنو ويو آهي، گهر گرهستي هلائڻ لاءِ، پنهنجي ونش
کي قائم رکڻ لاءِ شادي ضروري سمجهي ويندي آهي.
دلين جو ميلاپ ضروري آهي. زال مڙس جي رشتي
کي حد اهميت ڏني وئي آهي ڇاڪاڻ ته گهر کي
صاف سٿرو سهڻو، سرڳ بڻائڻ واري زال ئي هوندي
آهي، مون به شادي ڪئي، هٿيالو ٻڌندي، مهراج
سواميءَ ويدي پڙهندي چيو ”جهڙي ٻه اٿئي، هيءَ
گگدام ڳانءِ تنهنجي اٿئي، هن کي سويڪار ڪر، رکه
ڪرمن ئي همٿ.“

۽ ڪرمن ئي رکيل همٿ، پهرين رات ئي منهنجا
ڪوڙا ڪرم ڪري ڏيکاريا.

ماڻهن ۽ مهراجن جي طرفان، چوندڙ سڻي، سهڻي،
سڀاجهي ۽ سمجهو، زال سهاڳ رات ئي منهنجا ماڻا
ڦيرائي ڇڏيا، حوصلا خطا ڪري ڇڏيا.

سهاڳ رات لاءِ، اکين ۾ حسين سپنا پوکي، منڙن،
مچلندڙن، جذبن جو سيلاب دل ۾ سانديي، اُتاولن

مذاقيه،

□ ٽيڪچند مست



# عمر گذري ويئي زال کي سمجهائيندي......

زندگيءَ جي اُن موڙ تي اچي پهتو آهيان، جتي ڏندن طعام کائڻ ڇڏي ڏنا آهن، ڪنن مڌر آواز ٻڌڻ کان ناٻري واري آهي، اکيون حسين نظارا، صاف ڏسڻ کان مجبور آهن، هٿ ڏکن ٿا، ٽنگون ڏڪن ٿيون، ڪڏهن پنهنجي وار ڪسيل ٽڪڙ کي ته ڪڏهن، سڪيلڌي، هڪ ئي زال جي مٿي جي اڇن وارن ڏانهن ڏسان ٿو، بي جس، جوانيءَ کي موڪلائيندي عرصو ٿي ويو آهي. سڀ ڪجهه بدلجي ويو آهي. مگر جيڪڏهن ڪجهه به نه بدليو آهي ته منهنجي زال جو سڀاءُ نه بدليو آهي. هن جي هٿ ڦاڙ ڇڪڻ ۾ ڪا به ڪمي نه آئي آهي. ٻارن لاءِ ونجوڳ نه گهٽيو آهي، هن جا ناز نخرا، هلت چلت شڪ شباه اڃا به قائم آهن.

سڄي عمر گذري ويئي، زال کي سمجهائيندي،

ٻڌان موڪلائڻ جي پٽ سميت ٽڪرو ٽڪرو ٻاهر نڪري ويو.

مڙهيءَ جي ٻاهران عجيب غريب چمگوئيون ٿي رهيون هيون.

ڇي، هوءَ ڀڄي وئي.

اُڙي ڪير؟

يار! هوءَ، سيٺ جي ڌيءَ! عبدل ڊرائيور سان مجازي مشق جون الوليون ماڻيندي پڪڙجي پيئي. ٻئي ڪار ۾ چڙهي فرار ٿي ويا.

ڳوٺ ۾ اها خبر بجليءَ جيان پکڙجي وئي ته هوءَ ڀڄي وئي! ڪوهن جا واٽ بعد ٿي سگهن ٿا پر ماڻهن جا واٽ قاتل ٿي رهن ٿا. مڙهيءَ ۾ ڄڻ هڪ هنگامو مچي ويو. ٻائو ٻاهر نڪري آيو. ويٺل پنچ به ڀڄي پاسو ڪري هليا ويا. غريبداس ۽ سامت جو ساهه ڪٽي وڃي گهر پيڙو ٿيو. هڪڙي پيرسن آواز ڏنو. ”آه غريبا قهر خدائي.“ سيٺ جي پٽ ڳوٺ کي ستائي تپائي ڇڏيو هو. گونڊو کنهن جاءِ جو! ڳوٺ جي نياڻين ۾ سعدس اک، نه ڇڏيائين سوٽ نه ڪا ماسات. پر وڏي ماڻهوءَ جي پٽ سان ڪير هٿ اٽڪائي ۽ موچڙا کائي؟ هيءُ سرد آه ۽ گرم آنسن جو اثر آهي! ماءُ پيءُ کي ڏنب ڏنئي، ڪارنهن جو داغ هڻي، چڱو ٿيو جو هوءَ ڀڄي وئي!

B. K. Ajwani 183-C, (M.I.G) D.D.A Flat,
Rajouri Garden, New Delhi-110027.

هي. پاڻ ڇو ڪين ٿو پڇندي..... سيٺ سان
ڙٿائين؟ لاجواب!
وري ڪا پاءُ پلڪ خاموشي ڇانئجي ويئي. ويٺل
عماعت گونگ ٻوڙ ٿيو ڏندين آڱرين ويٺي هئي.
ڇنڇ سڀ ٻوڙن ۾ غلطان!
آخر ۾ ڀائي سائينءَ سيٺ طرف نهاري فيصلو
ٽو. ته، هيءَ ڪو زور زبردستيءَ جو سودو ناهي.
ريب داس خود مالڪ آهي. ڪٿي به پڇندو وڃاءُ
قياڻي) جو ور ٻولي. اسانکي سندس انڪار تي ڪوبه
زمان ناهي. سوائي نات سائين اڇي سندس گهٽ ۾
پتو آهي سو سوڻهون تي هن ڪي حق جي هدايت
ڪري رهيو آهي. اسان ڪري ٿي چا ٿا سگهون!
ريب داس ڀائي سائينءَ جا ٻول ٻڌي ٽري گهڻو تي
يو. اکين ۾ خوشيءَ جا آنسون آڻي قدم ٻوسي
ڪندي ڀائي ڏانهن نهاري چيائين، ”سائين! هيءَ
ٻر حاضر آهي، ڀلي قتل ڪري قربان ڪريو. باقي
ڪهڙي جگر جي ٽڪر ڪي معصوم ٻڪريءَ ڪي
صدقي جي ٻڪري ڪري قربان هرگز ڪين ڪندس!
ايتري ۾ سيٺ جو پٽ تيز قدم وکون پائيندو،
ڪندو اچي مڙهيءَ ۾ داخل ٿيو. پيءُ کي اشاري
ٻاهر سڏي، سندس ڪن ۾ سس پس ڪئي.
هڙي ڪا بد خبر ملڻيس جو بي حواس ٿي ويو ۽

پرڙايان. ان ڪان نه، نرگهت تي نهن ڏيئي نه ڪيس
ماري ڇڏيائو! منهنجي ڏگدام گڏءُ سمان، منهنجي گل
گلاب جهڙي مکڙي اندر ئي اندر پوسائڻجي مرجهائجي
ويندي. هرگز نه! مونکي هيءُ رشتو نامنظور آهي! بائو
سائين وس وارو آهي، پنهنجي پادر هٿي نه هيءُ سڀ
سندس ملڪ آهي- باقي هيءُ ڪڪرم مونکان نه
ٿيندو. اهڙو گهور پاپ مون مٿان سٺن جنمن ۾ به
ڪين لهندو. توبهه! توبهه!

بائو نرپٽ ناٿ ديرينو خيال وارو- صاحب نه هيو.
هوا جو رخ سمجهي ويو. پنهنجون خاموش نگاهون
ڦيرائيندو چپ رهيو. هيڏانهن سيٺ جي ٻئي هڪ
طرفدار سرخرو ٿي وچ ۾ پيهگ ڏنو. ”غريبداس!
گروءَ گوبند هڪ سمان آهن ستگروءَ جو سخن
معنيٰ حڪم پرميشور جو! حڪم جي انحرافيءَ جي
سزا معنيٰ دوزخ! ڇو ٿو پاڻ کي بيمکو ٿئي پاڻ
لڇائين! ستگروءَ تان ته سڀ قربان آهي. هيءَ نه ڇڙي
سنگهه جي ڳالهه آهي.“ اٿي مسڪين چند بگڙجي آٿيو-
وڏيڪ برداشت نه ڪري سگهيو سو غضب جون
نگاهون ڦيرائي منهن ٽوڙ جواب ڏنائين ”بس ڪري
ويهه چڱا مڙس، اسان توکي به سڃاڻون ٿا. وڏو آيو
آهي پڳ ۾ ڏي معتبر ٿيڻ؟ جي اهڙو سيٺ لاءِ تو
سندس هڏ ڪرڪي ته ڪيس ۾ هڪ وڏو......... ويٺي

هوش حواس خطا تي ويس. ڪي گهڙيون ته سندس
سر ڀوائٽيون ڪائيندو رهيو. سندس اڳيان سندس ڌيءُ
جو معصوم چهرو- هڪڙي نماڻي نوري صورت- اُبوجهه
التجا ڀريل نگاهن سان گهمي ويئي.! مونن ۾ مٺهن
وجهي، سوائي نات ڪي سڏ ڪري ارداس پئي ڪيائين.
ڊبيل آهه سان پئي ٻاڏايائين- ”نه سائين سڀاجها تون
اڃي ساڻي ٿيءُ. سمت ڏي جو هن ڪڪرم ڪرڻ
ڪان ٻچي وڃان. تون اڃي ٻچاءُ! اڃي واهر وٺ تيءُ!
آخر خاموشيءَ کي ٽوڙيندي سيٺ جي هڪ چاڙ تي
مخاطب ٿي غريب داس کي للڪاريو- ”دوست آهي
چا؟ سنگت جي نه ڳالهه، آهي! تنهنجي ڌيءُ راڄ جي
راڻي ٿيندي، چو تو پنهنجي نصيب کي نوڪر هٽين؟
ڪٿي تون ڪٿي سيٺ وڏو؟ ياڳ تا ڪلعي يار! تون
ماڻ ڪيو ويٺو آهين! جواب لاءِ ايڏي دير! هائو
ڪر نه؟“ وري گهڙي رکي دليل ڪي وزندار ٻڌائي
چيائين، ”ڏس ٻائي سائينءَ کي ٻه، هيءُ رشتو شانائتو
تو لڳي، نه نه توکي گهرائي چو هان؟ ۽ سفارش ٿي
چو ڪري هان؟“ مٺهن مٿي ڪري غريب داس
ورندي ڏني، ”جواب ڪهڙو ڏيان؟ مرشد منهنجي
مٺهن تي ڪارنهن جي لپ تو مڪڻ چاهي. سوائي
صاحب اڃي سڻائي ڪندو جو هڪ معصوم اُڀرندڙ
جوانيءَ کي زر زمين جي لالچ تي هڪ پوڙهي سان

ٻوسڪيءَ جو وڳو پهريو، هٿن ۾ هيرن جون مُنڊيون-
ڳلي ۾ سوني زنجير اوچو ڳاٽ رکي. ڪون، ڪو
خوشامدڙيو همراه ساڻ ڪري پيو ڳوٺ جو واءُ سُڻاءُ
لهندو هو. رستي ويندي هرڪو سلامي- ڳوٺ جو مکي
جو ٽيو. امير ماڻهو جو ٽيو!

ٻائي صاحب جي هن ڪچهريءَ ۾ هڪڙو واڻيو
نالي غريب داس پنهنجي موڀي پٽ مسڪين چند
سان ڪنهن پاسي کان ويٺو هو. واڻيو مُنڊل ٿون
خشڪ، خاموش! مٺي مائٽيءَ جي ڳالهه ڇڙي چڪي
هئي. سيٺ جي چوڻ تي ٻائي صاحب، غريب داس
کي گهرائي، سندس رخ ۾ رايو پٺي ڏسڻ چاهيو، رشتو
ڪهڙو؟

سيٺ لکپت راءِ، ۵ پٽن ۽ ڌيئن جو پيءُ جنهن
جي زال ويجهڙائيءَ ۾ سرڳواس ٿي ويئي هئي، سو
غريب داس جي ڌيءُ جي ٻانهن گهري رهيو هو.
اندازو لڳو! هڪ طرف هڪ ڪراڙو. عمر ۵۰-۵۵
پنجونجاهه جو پوڙهو گهوٽ راجا. ٻئي طرف چوڏهينءَ
جي چنڊ جهڙي چوڏهن (۱۴) ورهين جي ڪنيا
ڪنوار! ويچو وڏو. ڪنهن اونهي کاهيءَ جيان وڏو
ويڪرو وات ڦاڙيو بيٺو هو.

اهڙي ناشدني مائٽيءَ جو احوال ٻڌي ويچارو
غريب داس بي‌زبان ٿي ويو. اهڙو ڪچي جهڙي پٽ

جي سائين! حاضر سائين! هائو صاحب، هائو! ستگر
سائين- مالڪ آهيو!" جو سڏ ٻڌڻ ۾ ايندو ڪن تي
پوندو بيحد بندگي ۽ نياز نوڙت جو هيءُ دعا و سلام-
پڙهيءَ اندر، ايندڙ ويندڙ جو ڪم، ڪلام تي ويو هو.
مجال آهي ڪنهن کي جو گستاخي ڪري وجهي يا
بي ادبيءَ جو اظهار ڪري؟ مطلب ته حاڪم،
حڪومت حڪم احڪام سڀ حوالي هوندا جي، پائي
صاحب جو سخن يا وچن هڪ شاهي فرمان!-هرڪو
حاضر خدمت! اهڙي صدق واري پوڄاڳي، جهڙي پير
روت واري ۹ لک هرن جي پير سائينءَ جي.
۱۹۳۳ع جي هيءَ هڪڙي جهوني ڪٿا وارتا آهي.
ـر آهي صفا سچي پنهنجي وڏڙن کان ٻڌي هيم.
ڌهن آءُ ڳيرو هوس- هڪ لسوات نديو نينگر!
ٻائو ڳريءَ ناٿ جاءِ نشين گاديسر هو. هو تخت
ستان طول وهاڻي جي ٽيڪ سان پلٿي ماري سرتاج
ـرمور ٿيو قرط ڪيو ويٺو هو. سندس نالي "لکپت"
ـي ڏٺيءَ شرف عطا ڪيو هو جو هو واقعي ٿي
لکپتي سيٺ هو. ڪيس بنگلا ماڙيون- موٽر ڪاريون-
ـوڪر چاڪر- ڊرائيور ڏڌا ۽ ڪمدار ڪڙا هڪيا
ڪيا حاضر هوندا هئا. سيٺ جي عمر لڳ ڀڳ
۵-۵۰ واه جو ٿيندي. وارن ۽ شهپرن کي ڪيس
لڳائيندو هو. اکين ۾ سرمي سرالي به پائيندو هو.

ڪهاڻي

□ حضرت سائين راز ڀير واهه واهه



# هوءَ... ڀڄي ويئي!

سوامي سوائي ناٿ. جنهن مقدس نام پٺيان ”سوائي“ شبد ونڻ جي ريت رسم ۽ رواج سنڌ ۾ عام آهي، ان جو مختصر ذڪر ته اوس ڪرڻو ٿي پوندو.

سنڌ ۾ عشق ۽ عقيدت جا اڏا ته اڄ به آهن. ليڪن صدق ويساهه جو هيءُ آستان به ڪافي اوچ تي هو. سوائي صاحب جي هيءَ مڙهي ان سنياسي سمپرداءِ سان واسطو رکي ٿي جنهن جا ڪن ڦاٽ ناٿ جوڳي. برهم چاري. پرهيزگاريءَ جو ڪفن سر کي ٻڌي. ”هر نشو آ حلال هتڙي“ ڄاڻي. سهج سياڻ ڪائيندڙ پيئندڙ رند درويش ٿي رندان رمز ۾ رُلن ڪندا، سڙ سڙ پيا ڪندا آهن. ڪيترئي ڪتب قبيلا پشت به پشت سوائي ناٿ جا وشواسي مريد هئا. شثي. شيوڪيءَ جا جاگير. هنگور جا ميرس جي آس پاس ڳوٺان ڳوٺ پکڙيل هئي. وشواس وڌو. ماڻهن ۾ ميتا ڪوٺان ڪوٺ، چوٽان چوٽ! ”جي حضور!

وقلي رهيو هو ۽ چيائين ته ”مان راجائن، مهاراجائن ۽ نوابن جو گولو ۽ مان جانورن جي اڳيان ڳائيندس“!!

Parwani Bhuvan,
Ulhasnagar-421 001.



ٿيس آءٌ حيدرآباد سنڌ ۾ پيدا
چڱو ٿئي ها، ٿيان ها روم يا ايران ۾ پيدا
هتي جا ماڻهو اڪثر خام، مهنجو قدر ڇا ڄاڻن
جهان ها اڳي، ٿيان ها مصر يا يونان ۾ پيدا.

سنڌ ۾ ادب ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن هر پيشي جو قدر آهي. هت دولت جي عزت آهي پر دماغ جي نه. اسان وٽ ادب دوست ڪميات آهن.

مرزا قليچ بيگ



ڪلن جي بدران ٣٠ ڪلا، ١٠ ڪلا ڪوٽ!

سوچيم ته سنگيت جو اثر جانورن تي آهي ضرور، پر شايد راڳ غلط آهي. استاد سان ڳالهايم. حقيقت ٻڌائيمانس. چيائين ٺيڪ آهي. منجهند جي ڏهائيءَ مهل ٻيو راڳ ڳائيندس. استاد چيو ته جڏهن هڪ وڏو سردار لڙائيءَ جي خون خرابي ڏسي پوءِ آيو ته منهنجي ڏاڏي هن کي ديپڪ راڳ ٻڌائي جوش ۾ آندو هو. اهو واپس لڙائيءَ تي وڃي سورهيائيءَ سان لڙيو. سو هينئر راڳ ٻڌندي سرير ۾ ايتري گرمي پيدا ٿيندي جو ڏهڻ وارا وڌيڪ جوش ۽ جولان سان ڪم ڪندا ۽ جانور وڌيڪ کير ڏيندا.

مان خوش ٿيس.

منجهند جي ڏهائي چالو ٿي. سخت گرمي هئي. سنگيت هلندو رهيو. اوچتو هڪ ڍڳو ٻاهران واڙي ۾ گهڙي آيو. گوڙ گهبوڙ ٿي ويو. کير جون گهاگهريون ڪري پيئون. ڍڳو اسٽيج ڏانهن ڊوڪي ويو ۽ اُستاد ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. هڪ طبلي جو مٿيون چمڙو ڦاٽي پيو. هارمونيم هيٺ ڪري پيو.

مان اُستاد کي ۽ طبلچيءَ کي اسپتال کڻائي ويس. طبلچيءَ جي ملم پٽي ڪري موڪل ڏنائونس. اُستاد کي اڃا هوش ڪونه آيو هو ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾

ان سوَ سوَ جا ٻه نوٽ ڪڍي استاد جي اڳيان رکي
ڙدا سان چيو، ”استاد صاحب، توهان جي ڪلا لاءِ
ونکي عزت آهي. توهان جي هيءَ ڪلا ديش جو ڪير
ڏائيندي. توهانجي راڳ، جون مان ڪنسيٽون ڪرائيندس
سڄي ديش ۾ توهان جو نالو ٿيندو. توهانجو نالو
ڳوان شري ڪرشڻ جي صف ۾ ٿيندو. طبلچيءَ نوٽن
انهن بکايل نظر وڌي ۽ آهستي نرمائيءَ سان استاد
ـي چيو، ”اُستاد، تجربو ڪرڻ ۾ نقصان ڪونهي.
رو گهڻو ملندو ۽ پيو ۽ آئينده جو آسرو ٻ. آهي نه
ـهڻو ڪجهه ملندو ۽ ساڳئي وقت نالو ٻ ٿيندو. مٿي
انپوءِ ٻ توهان جا ڪنسيٽ پيا هلندا.“
اُستاد پنو، ٻو چيائين ”تون اسان کي عرش تان
ش کي ڪيرائين ٿو. مان مهاراجائن جو ڳويو، هاڻي
انورن اڳيان ڳائيندس!!“
مان واڙي ۾ هڪ اسٽيج ٺاهي. صبوح جو ڇنين
ڄي اُستاد ۽ سندس طبلچيءَ راڳ شروع ڪيو. چيائون،
پاڻي ٿا ڳايون. صبوح جو ٿڌي هير پئي لڳي. سنهين
سنهين بوند برسات به پئي وسي. ڪير ڏهڻ وارن ٻن
ساڻهن ڪير ڏهڻ شروع ڪيو ته جهوٽا پئي آئن. راڳ
ـدڻ سان هدن جا هلندڙ هٿ بيهندا ويا. ڳـائيون
بيهون بـ نعباڪڙيون ٿي ويئون. ڪجهه وقت ڪانپوءِ
راڳ بند ڪيو ويو. ڪير جي ماپ ڪئي ويئي ته ٤٠

وڏيو، پر تنهن هوندي بہ، ڳائڻ بعد ڪري منهنجي
آجيان ڪيائين. شڪل شبيهہ ۽ قد بت مان برابر
گويو لڳو پئي، پر گهر جي رونق مان ائين پئي لڳو
تہ، اُستاد ڏکين ڏينهن ۾ آهي. ڳالهائڻ ٻولهائڻ کان
پوءِ خبر پيئي تہ، اُستاد گواليار گهراڻي جو هو.
سندس دعويٰ اها هئي تہ اصل ميان تانسين جي
گهراڻي جا هئا ۽ جوڌپور جي مهاراجا جي چوڻ تي
جوڌپور لڏي ويا هئا. ڪيترن مهاراجائن جون آڇون
ٺڪرائي ڇڏيون هئائون، ڇاڪاڻ تہ هو جوڌپور جي
مهاراجا سان وفادار هئا جڏهن کان راجائن مهاراجائن
جا پروي پرس بند ڪيا ويا هئا، تڏهن کان اُستاد
علي خان جا خراب ڏينهن شروع ٿيا هئا. جوڌپور
ڇڏي بمبئيءَ آيا. اُستاد جو پٽ ميوزڪ ڊائريڪٽرن
سان ملاقاتون ڪري اڌوگابرو ڪم حاصل ڪندو آهي.
ڪڏهن تہ بکيو بہ سمهڻو پوندو اٿن.

مان حال، احوال وٺڻ کانپوءِ پنهنجو عرض رکيو.
ٻڌڻ سان اُستاد آڳبگولا ٿي ويو. چيائين، ”ميان، مان
راجائن، مهاراجائن ۽ نوابن جو درباري گويو آهيان،
مونکي چئين ٿو تہ، مان جانورن جي اڳيان ڳايان!!
نوڙي سڙي ويندي آهي پر وٽ نہ ڇڏيندي آهي.
مان پل پيو گهر ۾ رياض ڪندس ۽ بک مرندس، پر
جانورن اڳيان مان ڪونہ ڳائيندس.“

۾ وري ڪير جون نديون وهڻ شروع ٿينديون. ديش ۾
پار ۽ ٻيا ڪير ٻي تندرست ٿيندا. ڀڳوان شري ڪرشڻ
جو گائين جي اڳيان ٻسري وڄائيندو هو ته ان جو
سبب اهو ئي هوندو ته گائيون ٻسري ٻڌي وڌيڪ
ڪير ڏينديون هونديون. سوچيم ته ديش ڀڳتيءَ جي
اها تقاضا آهي ته ديش ۾ وڌيڪ کير پيدا ٿيڻ کپي.
کير جي کوٽ ته ملڪ جي تندرستيءَ کي خراب
ڪري ڇڏيو آهي. سوچيم ته فلمي گانن سان يا غزلن
وغيره سان ڪير ڪونه وڌندو. جانورن جو کير وڌائڻو
آهي ته ضرور ڪو ڪو راڳ (شاستري سنگيت) جو
ڪو خاص راڳ هوندو. ان راڳ جي لاءِ ضرور ڪو
چاڙهو اُستاد کپي. هڪ دفعو ڪنهن راڳ سان کير
وڌيو ته پوءِ ان راڳ جو ڪئسيٽ پرائي سڀني واڙن،
طبيلن ۽ ڊائرين ۾ هلائي سگهجي ٿو. مان نڪتس اُستاد
جي ڳولها ۾.

بانوري بمبئيءَ ۾ هر قسم جا ماڻهو ملندا آهن.
بمبئيءَ جو ڇپو ڇپو ڇاڻيم. آخر هڪ اُستاد ملي
ويو. گهر جي ٻاهران هڪ تختي لڳل هئي لکيل هو:
”اُستاد علي خان، جوڌپور والي.“
اندر گهڙي نمستي ڪيم ۽ اُستاد جي سامهون
ويهي رهيس. اُستاد پنهنجي طبلچيءَ سان گڏ رياض
ڪري رهيو هو. منهنجو اندر اچڻ اُستاد کي ڪونه

□ ايسر ٻارواڻي



# سنگيت ۽ ديش ڀڳتي

مونکي سنگيت جو شوق ڄم کان آهي. جيتوڻيڪ سنگيتڪار ٿيڻ جو آسرو لاهي ڇڏيو اٿم، پر چاهيندو آهيان ته سنگيت ۽ سنگيتڪارن کي همٿائيندو رهان.

هندي ۾ چيل آهي ته:

جو نر راڳ نه موهيا
وو نرو پشون سمان

(مطلب ته جنهن انسان کي راڳ نه موهي سگهي، اهو انسان نه، پر پسوءَ برابر آهي.)

ٿورن ڏينهن اخبار ۾ ڪٿي خبر آيل هئي ته، جانور به سنگيت ڪري چاهين ٿا. ايتري قدر جو ڳائيون مٺون سنگيت ٻڌڻ سان وڌيڪ کير ڏين ٿيون. مونکي پنهنجو واڙو اڳ ئي هو. سوچيم ته ڇو ڪونه جانورن تي سنگيت جا تجربا ڪجن. کير وڌيو ته سڄي ديش ۾ جانورن کي سنگيت ٻڌايو ويندو. ديش

هت واري هاڪي ڪٺي ٻري ٿڌي ڪيائين ۽ بيحال
حليما ڪسي گود ۾ جهلي "حليما، حليما" ڪندي
ٻنڪي جي ٻلوَ سان رت اگهڻ لڳو. ۽ "ڪارا! ڦهر
ڪري وڌءِ! ابهم نياڻيءَ جو مٿو ڦاڙي وڌءِ! ائين
چوندي گوئند اندران گهر مان سوميداڻي ڪٽڻ لاءِ
ب وڙيو.



ساهت ۽ جيوت جو پاڻ ۾ گهاٽو سنبنڌ آهي. ڪا،
قوم ساهت بنا اسري ۽ ترقي ڪري نٿي سگهي.
سنسار جا مال خزانا، جايون، مندر ۽ يادگار سڀ ڊهي
ڊٿري، ٻڏي سڙي ۽ زمين دوز ٿي وڃن ٿا مگر ساهت
سندو خزانو ڪڏهن به ناس نٿو ٿئي ۽ سدائين امر
آهي. اهو ساهت ئي آهي جو ٻي جان ۽ سٽل قوم
۾ جان ۽ جذبات ڦوڪي ڀري ٿو. جڏهن جاتيءَ کي
اترائتو ۽ سارٿڪ ساهت نه آهي سا جاتي زنده جاتي
نه آهي.

منوهرداس ڪوڙومل ڪلداڻي

۽ ڀھڙا موقعا ته ڀٽڪي ڪپندا هئا
"واڻين جي مغز ۾ هوا ڀرجي وئي آهي. هل ته مگرشاهه! مان تو ڏسان ته رانول ڪيئن ٿو آفيم ڏئي!" هن هٿ واري هاڪي هوا ۾ لوڏيندي چيو.

ڪارو ۽ سندس سائي واڻين کي بد شد ڳالهائيندا ولايتراءِ جي دڪان تي پهتا. رانول پنهنجو تالو ٻڌي وڃي ڪٿي لڪو. رانول کي اتي نه ڏسي ڪاري ۽ سائين ٻين نوڪرن کي پنهنجو نشان بڻايو. اڳ ۾ تان پئسا ٻه ڦريائون ڪڍهن کي ڌڪ ڪڍهن کي لت. ولايتراءِ جي دڪان کي ته نه ڇڏيائون پر اوسي پاسي وارا واڻين جا دڪان به ڦريائون. هراس ۾ اچي واڻيا دڪان بند ڪرڻ لڳا. ڀڪ ڊوڙ مچي وئي. ائين مارا ماري ۽ ڦر ڪندي ڪارو ۽ سندس سائي اچي گوبند پوڳڙيءَ جي دڪان تي پهتا. دڪان تي لڇمي ۽ حليما اچا وڃڻيون هيون ۽ وراهيل شيون ڪائي رهيون هيون. ڪاري اچڻ سان هاڪيءَ جو وار گوبند تي ڪيو. انهيءَ وچ ۾ حليما جي نظر وڃي هن تي پئي. "نه ابا، نه! رڙ ڪندي هوءَ وڃي گوبند کي چنبڙي. هاڪي جا گوبند کي لڳڻي هئي اها حليما کي وڃي ٽرڙ ۾ لڳي ۽ سندس پرڻن ڦاٽي پئي ۽ رت نيعڊيون ڪري وهڻ لڳو. "ابا!" جي آواز تي ڪاري حليما ڏي نهاريو ۽ پنهنجي ڪئي جو نتيجو ڏسي

آفيم ڏسي مگرشاھ چيو:
”هي آفيم ٿو ڏين. آني جو چڙو هي آفيم. ولايت
مونکي هن کان بيٺو آفيم ڏيندو آهي.“
”هاڻي کپڻي نه. کڻ. نه نه هل هتان.“ رانول هن
جي هٿ مان پڙي کسي ۽ هلڪو ڌڪو ڏنو.
”رونبا! تنهنجو پيٽ پورجي ويو آهي. سيدن کي
ٿو ڌڪا ڏين. تنهنجو پيو هٿ به نه رونبو ڪرايم ته
منهنجو نالو مگرشاھ ناهي!“
غصي ۾ ائين بڙ بڙ ڪندو مگرشاھ اتان هليو ويو.
بـزار مان لنگهندي جوڻ لڳو ”هنن واڻين جو پيٽ
پورجي ويو آهي. پيسا بـه ٿا وٺن شئ بـه نه ٿا ڏين.
سيدن مان به نٿا رهن.“
هن جي ڏڙاين واڪن تي غلام درزيءَ جي دڪان
تي وينل ڪارو شودو ۽ سندس ساٿي هيٺ لهي آيا
۽ مگرشاھ کان پڇياٺون ”چا ٿيو؟ ڀير چا ٿيو؟“
مگرشاھ روئنٺهارڪو منهن ڪري چيو ”اهو پٺاڻ
رانول رونبو، سمجهي ٿو ملڪ جو والي ٿي ويو آهي.
آنڪ به ڦري رکيائين ۽ آفيم به نه ڏنائين.“
ڪارو شهر جـو مشهور شودو هو. شهر ۾ پنهنجي
ساٿين سان هٿ ڪس ۽ مارامـاري ڪندو وتندو هو.
ٻـه ٽي دفعا جيل به ڪاٽي آيو هو. هٿ ۾ هاڪي
ڪڻندو هو. رانول سان اڳ هن جو ٻـه ٽڪر ٿيو هو.

وڃي.

ٻئي ذرا ڏکي پيون هيون. سعدن جهوليءَ ۾ ڇگو مال ڪنو ٽيو هو. سو گوبند جي دڪان واري دڪتي تي واهي شئه وراهڻ لڳيون.

(٢)

اهو ئي ڏينهن، شام جا ڇهه لڳا هئا. ولايتراءِ گنيوال جي دڪان تي ڀيڙ لڳي پئي هئي. ڪن کي ڀنگ کپندي هئي ته ڪن کي دارونءَ جو اڌيو. ڪن کي وري آفيم جو وزن کپندو هو. رانول روزانو هيو ته دڪان تي نوڪر، پر خدڪي مالڪن واري هيس. ڏوڙو ۽ بدمزاج. گراهڪن سان سني نموني پيش نه ايندو هو. اتي مگنشاهه اچي هن کان آني جو آفيم گهريو.

"کوٺهي، کوٺهي، آني جو آفيم." رانول هن جو هٿ پري ڪندي چيو "آني جو آفيم کپيس. گهٽ ۾ گهٽ پائليءَ جو ملندو."

"اڙي! مان روز وٺي ويندو آهيان."

پر رانول کيس آفيم ڏيڻ کان انڪار ڪيو. اتي مگنشاهه ولايتراءِ کي چيو "ولايت! لالا وڏاوڻي، تون هن کي چئه."

ولايتراءِ جي چوڻ تي رانول چٽي جي ڇهه ب جيترو آفيم پٽي ڪري ۾ ويڙهي مگنشاهه کي ڏنو.

ٽيئر هيون ۽ پٽ جي اولاد لاءِ زال مڙس سڪائتا
هئا. پيرن فقيرن وٽ ڀيرا هنيائون. پر اڃان ڪين پٽ جو
اولاد نہ ٿيو هو. پر هنن نياڻين تہ ڪوڏيءَ ۾ هڪ
پٽ ٻئي ڏنو. "مولا الائي ڇا ۾ راضي آهي، خبر ناهي
ڪتان جهولي ڀرجي." اهو سوچي موسي ڏامي جو
هڪ سڪو ڪٽي سندن جهوليءَ ۾ وڌو

سچو پيسو ڪين مليو، جتان ڪين اميد ٿي نہ هئي.
ٽپ ڏيندين، خوش ٿيندين وڃي مکي ٽوپڻداس
جي دڪان تي ويٺيون. دڪان جي اڳين حصي ۾
ڪنڀڙو لڳل هو ۽ گديءَ تي ويٺي ٽوپڻداس چلم ۾
لڳل نڙ مان ٻڙڪا ڪڍي رهيو هو. هنن شروع ڪيو:

"شوَ شوَ شمڀي......

پر ڪوڏيون ڳٽيندي ۽ پٽ ٻاسيندي هو اچي
ڏيهن تي پهتيون، مگر مجال آهي جو مکي ڪٽي هنن
ڏانهن نهاري. اتي سامهون دڪان وارو ڦتن مڄاري
چلم مان ڦوڪ ڪڍڻ لاءِ آيو. ان مسخري مان مکيءَ
کي چيو "مکي وارو ڪر! تنهن پٽ ٿا ملعي! ڪجھ
تہ هنن نياڻين کي ڏي." ان تي مکيءَ غصي مان
نڙ ڪڍي هنن کي اولاريو ۽ چيو "ڇوريون، هلو هتان!
ڦندڏڪيون سر ٿيون ڪائو." مکيءَ جي ڇڙٻ ٻڌي
هي وٺي ڀڳيون ۽ اچي گوبند پوڄاريءَ جي دڪان تي
ويٺيون. گوبندمل بہ لپ ڀڳڙن جي سندن جهوليءَ ۾

ڀوليءَ ۾ وڌيون. هڪ دڪان تان ڪين هڪ پائي ٻه
ملي، هلندي هلندي اچي وچ بازار ۾ پهتيون. هڪ
ڪنڊ ۾ موسو موچي جوتن جي مرمت ڪري رهيو
هو. حليما چيو ته ان وٽ هلجي پر لڇميءَ چيو ”هن
وٽ ڪجهه ڪونهي. ڇا ڏيندو؟“ پر حليما جي زور
ڀرڻ تي ٻئي وڃي سندس اڳيان ويٺيون ۽ ڳائڻ شروع
ڪيائون

”شو شو شنبي، ٻرڪت ٻندي،
ٽالهيءَ ۾ انو، پٽ جمئي گهڻو
هڪ ڪوڏي هڪ پٽ، ٻه ڪوڏيون ٻه پٽ.“

ٻڌيون ته موسي هنن ڏي ڌيان نه ڏنو ۽ هٿ
وارو جوتو سبندو رهيو. پر جڏهن هنن چيو ”ڇهه
ڪوڏيون ڇهه پٽ!“ ته هن ڪنڌ مٿي ڪيو.
هن کي ڇهه ڌيئر هيون. هڪ ٻئي پٺيان. ٻه ته
بلڪل هنن ڇوڪرين جيتريون. موسي ڏٺو ته، ٻنهي
مان هڪ مسلمان ٿي لڳي. ڪيس اها ڳالهه عجيب
لڳي، ۽ ڪم بند ڪري هنن کي ڏسڻ لڳو. هن وٽ
ڏيڻ لاءِ ته، ڪا شيءِ شڪل ڪانه هئي. پوءِ ڪين هو
ڇا ڏئي؟ هن ٽپڙي جو پلئه مٿي ڪيو، جنهن هيٺان
پيسا رکندو هو. ٻه ٽي آنڪون ۽ پنج ڇهه ٽامي جا
پيسا پيا هئا. پايون ڪونه هيون. سڄو سارو پنجو ڪين
ڏئي اهو هن لاءِ مشڪل هو. پر هن سوچيو ڪيس ڇهه

رتو.

”پوءِ چاهي؟ پوءِ چاهي؟“ چوندي اچمي گهران
اءِ جي ٻولي ڪٺي آئي. هن ٻه ڪنڀون پهچنجي ڳچيءَ
ٻڌيون ۽ ٻه ڪنڀون حليما جي ڳچيءَ ۾. ۽ انهن
يءَ جوڙي ”شوَ شوَ شنبي“ ڪرڻ لاءِ بزار ۾ نڪتي،
نبي بزار جي مڏ ۾ اُتي گنگو ٻڪوڙائيءَ جو
ڪان هو. گرم گرم ٻڪوڙن جي واڌائي اچا هاڻي
اتي هٽائين. جن مان ڇهري ۽ سوادي باق اٿي
هي هئي. دڪان تي ٻه ٽي گراهڪ بيٺا هئا. اتي
هن ٻڌهي اچي ڳائڻ شروع ڪيو:

”شوَ شوَ شنبي، برڪت ٻنبي
ٿالهيءَ ۾ انو، پت جمئي گهڻو
هڪ ڪوڙي هڪ پت، ٻه ڪوڙيون ٻه پت“

گنگو گراهڪن کي ٻڪوڙا ڏيندي هن ڏانهن
نهاريو. ”پت جمئي گهڻو!“ ٿي ڪلڻ ڪانسواءِ رهي نه
سگهيو. ٻه چار ٻڪوڙا ڪڍي سندن جهوليءَ ۾ وڌائين.
گنگوءَ جي دڪان تان وري هيءَ جوڙي ميلهارام
منائيءَ واري جي دڪان تي اچي ۽ سڏن هڻيائين:
”شوَ شوَ شنبي.“ ميلهوءَ ٻه نختيءَ جي ٿالهه مان
لپ پري ڪڍي سندن جهوليءَ ۾ وڌي. انهن ڪنڌي
وري اچي جيٺي ميوي واري جي دڪان تي بيٺيون،
جتهن وري لپ ٻيرن جي ۽ ڪجهه ڳجرون سندن

ڪهاڻي

□ رام. ڪڪڙيجا



# شوراتري کان اڳ

فيبروريءَ جو مهينو. شام جي پنجن جو ٽائيم هوا ۽ اچــا ٿڌڪار. شوراتــريءَ ۾ ٢-٣ ڏينهن پيا هئا. ٽڪاڻي جي اڱڻ واري پڌر ۾ ٻارن پئي راند ڪئي ڪن مٽبڪ مٽبيءَ پئي ڪئي تـ ڪن ليڪن جي راند. ڪي ڇوڪريون وري نوڙيءَ ســي ٽپا ڏيڻ ۾ مشغول هيون. ٻه ننڍڙن ٦-٧ سالن جون لڇمي ۽ حليما ڇٽن چونڊڻ جي راند پئي ڪئي. ”اسان پئي پيڙ ڇٽا چونڊي ڪائنيون.“ ڳالهائيون ٻــه پئي ۽ ڌرتيءَ تان خيالي ڇٽا ڪٽي وات ۾ پئي وڌائيون. الئي ڪڏهن ڇوڪري چيو تـــه ”اڇو تہ شوَ شوَ شعدي ڪيون.“ ٻين ٻارن ٻــه ســو ۾ ســو ملايو ۽ ڇوڪريون گهران ٻوڙي گڏڻ لاءِ ڊوڙيون. ٻين جي ريس تي لڇميءَ ٻــه حليما کي چيو ”اچ تہ اسان به شوَ شوَ شعدي ڪيون.“ ”پــر تون واڻياڻي، مان مسلماڻي؟“ حليما اعتراض

هاڻي چشمي لڳل هڪ نڪمو ٻڍڙو سمجهي ٻيڏليو
ڪيڪاريندي ”اَنڪل ٻاءِ ٻاءِ“ چوندي منهنجي جان
جلائيندي ويندا رهندا آهن ۽ ڪڏهن به پنهنجي
محفل ۾ شامل ڪرڻ جي ضرورت محسوس نه ڪندا
آهن. مان پنهنجي قسمت کي ڪوسيندي ڪڏهن
چشمو لاهي ڦٽي ڪرڻ لاءِ سوچيندو آهيان جڏهن
منهنجي قسمت ۾ ڪاڻ پيدا ڪئي آهي مگر جيئن
اَنڌي کي لٺ جو سهارو کپندو آهي تيئن پنهنجي
لاءِ به، چشمو هڪ سهارو سمجهي، دل جي پيڙا کي
دل اندر ئي دٻائيندي آيل آنسون چپ چاپ اُگهي
ڇڏيندو آهيان ڪڏهن ڪڏهن اندر مان هڪ سرد
آه نڪرندي آهي جنهن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ ايندو آهي
”هاءِ! اڙي منهنجا چشما، تو ته منهنجي دنيا ئي
بدلي ڇڏي.“

Bk. No. 712, Room No. 11,
Hospital Area, Ulhasnagar-3.
Dist. Thane, Bombay-421 003.

●

پاڻ سان ڪٽي ويندو رهيو ۽ مان ٻنا چشمي مڇليءَ
وانگر ڦٿڪندو رهيس. لاچار مونکي پرديس ۾ خرچ
ڪري ٻيو نئون چشمو وٺڻو پيو. مگر بدنصيبي اهڙي
جو اهو چشمو به هردوار ۾ خبرداري ڪندي ڪندي
ڪٿي رهجي ويو سا خبر ئي نه پيئي.

هردوار مان واپس موٽندي چشمي واري کي
پنهنجي سڄي دردي ڪهاڻي ٻڌايم ۽ ڪيس ويٺي
ڪيم ته ڪو اهڙو چشمو ٺاهي ڏي جو سيني سان
سانديل ئي رهي. منهنجي درد ڀري دل جو درد
محسوس ڪندي هن نئين چشمي ۾ هڪ زنجير هڻي
ڏني جيئن هو هر اکين کان پري نه رهي ۽ گم ٿي نه
ٿئي. هڪ بيجان کي قيد ڪندي ڏک ته ٿيندو
آهي مگر سندس خوشامد ڪندي جڏهن ڪيس اکين
تي رکندو آهيان ته هو پنهنجو سڀ ڏک ڀلجي کڻيون
هڻڻ شروع ڪندو آهي، اهوئي سمجهي ته هو
ڪنهنجي اکين تي آ، مگر نڪ تي چڙهي ويٺو آهي.
شل! ڪيس سڻين سمت اچي ۽ سچ کي سمجهڻ جي
ڪوشش ڪري.

چشمي لڳائڻ سان منهنجي دنيا البت ڪافي
بدلجي چڪي آهي اڄ جيڪي سڪ، پيار ۽ حسرت
ڀريل نگاهن سان مونکي پنهنجي محفل جو هيرو
سمجهي "هاء! ٻڍڙو" چئي سڏ ڪندا هئا، سي

مگر ڪري ئي ڇا ٿي سگهيس. وهڻ رهڻ جي
ڪري ان سوَن رهڻ جو چشمو ٿي وڃائڻو پيو.
شام جو موٽندي چشمي واري وٽ ويس ۽ ڪيس
شڪايت ڪيم ته چشمو پائيندي مونکي رستو هيٺ
مٿي ٿو نظر اچي. هلندي هلندي جهٽڪا ٿا اچن ۽
آسپاس ايندڙ ويندڙ مونکي جهٽڪا کائيندو ڏسي
هڪ شرابي سمجهي کلڻ شروع ٿا ڪن. چشمي واري
ڪجهه ڏينهن صبر ۾ رهڻ لاءِ چيو ۽ آٿت ڏنائين ته
اهي جهٽڪا ۽ سٽڪا، لاهيون ۽ چاڙهيون چاهي بين
جو اجايو سجايو کلڻ ڏهري ڏهري بند ٿي ويندو.
هڪ چشمي لاءِ ايترو ڪجهه، بڌڻو پوندو ۽ ڪافي
ڪجهه سهڻو پوندو، اهو ته مان سوچي به نٿي
سگهيس.
جيستائين سک سان وهڻ جو اهو ڏينهن اچي
تيستائين هڪ ڏينهن لوڪل ٽرين ۾ چڙهندي گهٽي
ڀيڙ ۾ ڪنهن سڄڻ جو هٿ منهنجي چشمي کي لڳي
ويو ۽ منهنجو سون جهڙو پيارو چشمو اکين تان نڪري
وڃي هيٺ گاڏيءَ ۾ ڪريو. بامبي جي گاڏين ۾
ڪو انسان به جيڪڏهن ڪرندو آهي ته ڪوبه اٿڻي
وڏي ڪيس نه اٿاريندو آهي. سو منهنجي چشمي جو
ويلا ڪنهنکي فڪر پيو هو جو خبر لهي ته ڪهڙي
ڪنڊ ۾ ڪريو وڏي مشڪل سان هيڏانهن هوڏانهن

”سڄو ڏينهن ٻلا اکيون ڦاڙيون پيئيون اٿس. الله
نه ڏيندو ته ڇا سڄو ڏيندو؟“ پنجينءَ زهر اوڳاريو.
ڪروڙ پتيل نظرن سان ڪين ڏسندي غم کائيندي
گهر پهتس ۽ غور سان چشمي کي ڏسندو رهيس جنهن
جي ڪري هيتريون ڳالهيون ٻڌڻيون پيئون.
ٻئي ڏينهن آفيس ۾ چشمو پائي ويس. واٽ تي
ڊبل (باءِ فوڪس) چشمي ڪري ائين پيو محسوس
ٿئي ته مان ڪڏهن چڙهائيءَ تي چڙهي رهيو آهيان ۽
وري هيٺ لهي رهيو آهيان. اسٽيشن تي ڏاڪڻيون
لهندي ۽ چڙهندي ٻه جهٽڪا اچي لڳا. آفيس ۾
ڪم ڪندي ڪڏهن ڪنڌ هيٺ ته ڪڏهن مٿي
ڪرڻو ٿي پيو. پريشاني محسوس ڪندي ڪجهه وقت
لاءِ چشمو لاهي ڪٽي پرسان ٽيبل تي رکيم. اوچتو
آفيسر جو سڏ ٿيو ۽ يڪدم اٿي صاحب وٽ ويس.
موٽي جڏهن آيس ته ڏٺم چشمو ٽيبل تان غائب
ڏٺم. آسپاس پڇا ڪرڻ تي جڏهن چشمي جو پتو نه
پيو ته ڪجهه پريشاني ٿيڻ لڳي. مگر جهڙيءَ طرح
رشوتخورن جا چمچا اچي ٻولڻيون پائيندا آهن تيئن
هڪ ڪلارڪ چشمو هٿ ڪري ڏيڻ جو واعدو ڪيو
مگر ويهه رپيا پارٽيءَ جا وٺڻ ڪانپوءِ. هڪ ڏينهن ۾
ٿي چشمي جي پٺيان ٻل ڪانسواءِ ويهه رپيا مٿان
اُداس ٿيندي لڱن ۾ بخار ايندو محسوس ڪيم.

ڪجهه ڏسڻ وقت يا ڳالهائڻ ۾ هلڻ چلڻ وقت گهوري
ڪ نهار ۽ چشمو سانده لڳاءِ.

ڊاڪٽر سان همت ڪري اچايو سمجهه ۾ آيو اهو
ڪي سوچي ته ڪٿي نظر جو نمبر گهٽ وڌ ڏيئي اکين
جو رهيو کهيو نور به نه وڃائي ڇڏي. ڊاڪٽر جي
صلاح موجب اوريان ۽ پريان نظر جو چشمو (ٻاءِ فوڪس)
ونڻو پيو جنهن لاءِ مونکي اٽڪل پوڻا ٻه سؤ خرچ
اڇي ويو. مونکي چنڊ تارا ۽ ٻين جا چهرا گهوري
ڏسڻ مهانگا پئجي ويا.

سک سان چشمو وٺي اکين تي لڳائي آسپاس نظر
ڪيم ته واهه! جيڪي چهرا اڳ مرجهايل نظر ايندا هئا
سي سڀ ٻهڪندا ڏسڻ ۾ آيا. خوش ٿي گهر ڏانهن
هليس. گهر جي ويجهو جيئن پهتس ته پاڙي جون
زالون مونکي گهوري نهارڻ لڳيون. سوچڻ لڳس ته
چشمي ۾ ڇا ته جادو آهي اڳ مان گهوري نهاريندو
هوس هاڻي مونکي ٽيا ٻيا گهوري نهارين. مگر جڏهن
زالن جي پاڻ ۾ پٽ پٽ شروع ٿي ته رهي کهي خوشي
به ويندي رهي.

"هي جهامن هونءَ؟" هڪ چيو.

"ها" ٻيءَ چيو.

"چشمو لڳايو اٿائين؟" ٽينءَ جو آواز.

"ماريو انڌو ٿيو آهي ڇا؟" چوٿينءَ ڇڪ اُڇلايو.

ڏيڻ لڳو. ٽي-وي تي ڪلاڪار هڪ جي بدران ٻه
ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. سمجهيم ته، شايد ٽي-وي ۾ ڪجهه
خرابي ٿي آهي. ڪڏهن ڇڊب ۽ ٽارا پيو ڏسان ته
هڪ جي بدران ٻه ۽ ٻن جي بدران چار پيا نظر اچن.
زال کي ڏسندي سندس چهرو ڪڏهن گول ته ڪڏهن
ڊگهو، ڪڏهن ويڪرو ته ڪڏهن ڦٽل واڱڻ وانگر نظر
اچڻ لڳو مگر تڏهن به سوچڻ لڳس ته، شايد منهنجي
نهارڻ سان زال مونکي چڪائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري
۽ ڪجهه موڙا ٿي ڏئي جنهن ڪري شڪل ڦريل ٿي
نظر اچي. انهيءَ ڪري ڪنهن ڪنهن وقت اکل
نظرن سان مان ٻين جا چهرا ڏسڻ لڳس. مگر هاءِ!
سڀني جا چهرا ملاوت وارا نظر ۾ آيا. هاڻي ڪجهه
شڪا جاڳي ۽ پنهنجي من جي وهمن زال کي ٻڌايم.
زال رڙ ڪري چيو، "اڃان ٻه وتو اوڙي پاڙي کي
ٽڪيندا ۽ گهوري ڏسندا. نظر نه گهٽبي ته ڇا مغز
کي ٽراوت ايندي؟ سويل ٿي وڃي ڪنهن اکين جي
ڊاڪٽر کي ڏيکاري صلاح وٺو."
ڊاڪٽر جو نالو ٻڌي بخار چڙهي ويو. ڊاڪٽر جي
در تي هڪوار ڇڱو ڀلو به وڃي ته بيمار ٿي موٽي.
مگر زال جي زور ڀرڻ تي لاچار ڊاڪٽر وٽ ويٺو
پيو. ڊاڪٽر چڪاس ڪري چشمي جو نمبر لکي ڏنو
۽ ساڻ ساڻ آگاهه ڪيائين ته، لکڻ پڙهڻ وقت

□ حشو ڀارواڻي



# هاءِ ! منهنجو چشمو....

شل! ڀيڙي سائي ٽئي انهن سنيما ۽ ٽي-وي وارن
جي جن جـي هن ستونگي مايا ڄار ۾ ڦاسي گهڻن
منهنجي اکين جو نُور وڃايو آهي. هو هفتي نيون نيون
ڪچرون گهرائي ماڻهن کي گمراهه ڪندا ٽا رهن ۽
ماڻهو ويچارا واندڪائيءَ جـي وندر سمجهي اکيون
ڏيون ڪرڻ جـو بهانو ڪري ايڏائي ڪلاڪ هڪ ٽي
ندڏ وڃي تـا اکين جو نُور نچوئين. حقيقت ۾ اکيون
ڏيون ڪرڻ جـي بدران اکين جـو نُور خواب ڪري
ٽي جو سُور ڪٽي ٽا اچن.
آرٽ-وار اچان ويجهو اچي مس ٽو تـه پڇ پڇ ٽي
روع ٽئي، ”هن آرٽـوار تـي کهڙي پڪچر آهي.
ڪلاڪار کهڙا آهن؟“ وغيره وغيره.
ڪجهه، سنيما ۽ ڪجهه، ٽـي-وي تـي پڪچرس
سندي آخر اکين جو نُور مهنجو بـه گهٽ وڌ ڪر

۽ ڪيس پاڻمان نفرت اچڻ لڳي. سامهون ڇٽگون ٽڪڙيون ٽڪڙيون آسمان طرف اڏامڻ لڳيون ۽ هن جي دل ۾ دک جو ٻمگولو ڦاٽڻ لڳو.

Rly Quarter No. 73/10,
Matunga W. Rly.
Bombay-400 016.



ساهت جو ڪم آهي سالم دماغ ۽ سالم دل انسان پيدا ڪرڻ. ساهت جي هڪ پاڱي نثر جو خاص ڪم آهي سالم دماغ پيدا ڪرڻ. ساهت جي ٻئي پاڱي نظم جو خاص ڪم آهي سالم دل پيدا ڪرڻ ڇو ته ڪوتا جو اثر دماغ کان دل تي وڌيڪ ٿو ٿئي.

ڪشنچند کتري (بيوس)



سخت بيمار هو ۽ مرڻ تي هو. هوءُ هنسان ملڻ ويو.
سيٺ ڳري ڪنبڻ جو ڀيرو ٿي ويو هو. هن رميش
کي ٻاهر طرف اڳيان اچڻ جو اشارو ڪيو ۽ هنکي
پرسان ويهاريو. هن هنکي هڪ وصيعت نامو ڏنو
جنهن ۾ هن سنڌونگر ۽ پونديءَ ۾ ڪپڙي جا ٽي
ڪارخانا نرملا ۽ هنجي نالي ڪيا هئا. تنهن سواءِ
پنج لک رپيا هن نرملا جي نالي بئنڪ ۾ رکايا هئا.
هن ڌيرج ۽ نماڻائيءَ سان نرملا جو هٿ رميش جي
هٿن ۾ ڏنو ۽ ڦڙڪندي چيو، ”سدا خوش رهو.“
ائين چئي هن اکيون پوري ڇڏيون.

رميش سامهون نهاريو. لاش کي چوطرف باه
ٻوڪوڙي وئي هئي. چڻنگون مٿي اڏاميون ۽ انهن
چڻنگن سان هن ڇرڪ ڀريو ۽ محسوس ڪيو ته...
اهو هٺيلو ۽ مغرور سيٺ گيانچند نه، پر هو ئي هو.
هنکي پئسي ملڻ سان باور ٿي پيو هو جنهن سبب
هن هوش و حواس گنوائي پاڻکي پنهنجي محبوبا نرملا
کان پنج سال دور رکيو هو. هو هميشه، پين مان ڏوه
ڪڍندو هو جڏهن سچ ته ڏوهاري هوئي هو. هو
پنهنجي ڪئي تي پشيمان ۽ شرمسار ٿيڻ لڳو ۽ پاڻ
کي ڦٽڪارڻ لڳو.

هن محسوس ڪيو ته هو انسان نه پر دئيت هو،
راڪشس هو. هو پنهنجي غلطيءَ تي پشيمان ٿيڻ لڳو

پيءُ مان ڏوھ ڪڍڻ بجاءِ رميش مان ئي ڏوھ ڪڍيو
۽ چيو تہ ھنکي صيب کي ائين چوڻ نہ کپندو ھو.
رميش جي دل ٽٽي پئي تہ نرملا ھنکي ساٿ نہ ڏنو
ھو. غصو ڪرڻ سان ڀي دليون ھڪٻئي کان الڳ ٿي
وڃن ٿيون. غصو نرڳ جو پھريون ڏاڪو آھي. غصي ۾
انسان تي دئيت جو واسو رھي ٿو ۽ ھو سنتين راھ
بجاءِ الٽي راھ طرف ھليو وڃي ٿو.

رميش وڪالت پاس ڪئي ھئي، اوچتو ھڪ
ڏينھن سندوءَ نگر ۾ ھڪ ھوشيار وڪيل ڪنعيالعل،
جنھنکي سڀ تہ سيٺ گيانچند ئي چيو ھو، ھن وٽ
آيو ۽ ھنکي چيائين تہ ھو ھنسان گڏجي ڪم ڪري.
رميش پنجن سالن ۾ پڪو وڪيل بڻجي ويو. ان
عرصي ۾ سيٺ گيانچند ھن ڏانھن ڪيترا دفعا
ماڻھو موڪليو تہ ھو نرملا سان ٺھي وڃي پر ھنکي
ھاڻي نرملا لاءِ نفرت اچي چڪي ھئي. سيٺ جي
صيب موھنلال ھن وٽ اچي معافي ورتي، سيٺ
ھن وٽ ٻارڻ ڀي دفعا آيو پر ھنکي جنڻ حقارت اچي
وئي ھئي ھنکي شاھوڪارن لاءِ سخت نفرت ھئي
جيتوڻيڪ ھو ٻارڻ ھاڻي پئسي وارو ھو. نرملا چار پنج
خط لکيا جي ھن ڦاڙي ڦٽا ڪري ڇڏيا. ھنکي نرملا
تي غصو ھو جنھن ھنکي ساٿ ڪونہ ڏنو ھو.
اوچتو رميش کي خبر پئي تہ سيٺ گيانچند

آئيندہ فضيلت سان ڳالهائيندو ڪر. ياد رک. مالڪ مان آهيان ۽ نہ تون. دڪان منهنجو آهي ۽ نہ تنهنجو. تون پنهنجي حيثيت نہ وسار. تون رواجي منيب آهين."

موهنلال غصي ۾ انوقت ئي دڪان ڇڏي ويو ۽ ڪلاڪ کان پوءِ رميش کي سيٺ گيانچند فون تي اهڙو ڪجهہ چيو جو هنجو سر چڪرائڻ لڳو، جڻ ڌرتي ڏڪڻ لڳي ۽ ٻرندڙ جبل ڦاٽڻ لڳو. هن ائين محسوس ڪيو جڻ ڪوس گهر ۾ سوين جانورن جو گلو ڪٽجي رهيو هو ۽ اهي چيخون ۽ ڪوڪون ڪري رهيا هئا. هن من ۾ بہ ڪڏهن اهو انيو ڪونہ ڪيو هو تہ ڪوبہ شخص هنجي ايڏي بي عزتي ڪري ٿي سگهيو ۽ هنکي ائين ايڏو پيرن هيٺان لتاڙائي ٿي سگهيو. هن غصي ۾ اوڏي مهل ئي سيٺ ڏانهن بہ چار اکر پني تي رهڙي لکي موڪليا، "نہ کپي مونکي توهان جو هيءُ ڏنڊو ۽ دڪان، جتي سومان تہ آهي، اتي مان رهي نٿو سگهان."

رميش گهر اچي بنگ ۾ ڪپڙا وجهي پائون، پيرن ۾ ماءُ پيءُ کي وٺي سنڌونگر آيو. نرملا رنو، ليلايو ۽ ٻاڏايو، منٿون ۽ نيزاريون ڪيون پر هنتي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو. رميش کي سخت ڏک ٿيو تہ نرملا هن سان گڏ ساٿ نہ ڏنو ۽ سنڌونگر نہ آئي. هن نہ پنهنجي

ليڪن هاڻي هو موٽر ۾ گهمندو هو، آرام سان دڪان
تي ڏينهن گذاريندو هو ۽ شام جو نرملا سان مرين ڊرائيو
تي سير ڪرڻ ويندو هو ۽ هن سان پيار ۽ محبت
ونڊيندو هو. هو سرهي جي جيون بسر ڪري رهيو هو.

هڪ ڏينهن رميش جي طبيعت ناساز ٿي پئي.
اڳ ته سرڪاري نوڪري هوندي هئي ۽ جي هن جي
آفيس وڃڻ تي دل نه ٿيندي هئي ته هو رواجي
پوسٽ ڪارڊ لکي ٻه، ڏينهن گهر ۾ ويهي رهندو هو
يا جي آفيس ۾ دير سان ويندو هو ته آفيسر کي سلام
ڪندو هو پر هاڻي ته هنکي پنهنجو دڪان هو، وڃي
يا نه وڃي، هو پاڻ مالڪ هو. هاڻي هنکي ڪنهن
کي سلام ڪونه ڪرڻو هو. هو دڪان جو مالڪ هو
جنهن مان هنکي روز خوب ڪمائي ٿيندي هئي.

بس، ائين ڪڏهن وائي سور يا بخار، زڪام يا
ڪنگهه هئڻ ڪارڻ هو دڪان تي دير سان وڃڻ لڳو.
هڪ ڏينهن جڏن هو دڪان تي دير سان پهتو ته
هنکي منيب موهنلال تمام ميٺاج ۽ ڌيرج سان چيو،
"بائو، دير سان نه ايندا ڪريو." اهو ٻڌي رميش جو
منهن ٽامڻي هڻي ويو هو هن ڏانهن شوڪي نهارڻ
لڳو. "دڪان منهنجو، مالڪ مان ۽ ٿئي موهنلال جو
ٻچو مونکي چوڻ وارو ڪير آهي؟" رميش غصي ۾
اچي ويو ۽ هن جي وات مان نڪري ويو "موهنلال،

سيٺ گيانچند رميش لاءِ وارڊن روڊ تي پوسان اُڃي
هڪ فليٽ جو بندوبست ڪيو. هو سنڌونگر کي
الوداع ڪري پنهنجي ماءُ پيءُ، ڀائرن، ڀينرن کي وٺي
ممبئيءَ ۾ اچي رهيو. هن جي شادي ٿي ۽ هن جي
زندگيءَ غريبيءَ کي طلاق ڏئي عيش و آرام ۾ پير
پاتو هن سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏني جو سيٺ
هن کي گرانٽ روڊ تي بجليءَ جي سامان جو وڏو
دڪان کولائي ڏنو. سيٺ پنهنجو منيب شري موهنلال
جنهن کي هن زندگي جي مڪمل ڄاڻ هئي تنهن کي
هن جي دڪان تي رکيو جنهن رميش کي آهستي
هن زندگي جي پوري ڄاڻ حاصل ٿي.

رميش جي جيون ۾ هر طرح جا سک سهنج اچي
ويا. هن جي زندگيءَ جون سڀ اڃائون ۽ چاهنائون
پورن ٿيون هيون. هن تعليم پرائڻ تي چاهي ۽ هو ان
۾ ڪامياب ويو هو. نرملا هن جي محبوبا هئي ۽ هن
سان هن جي شادي ٿي هئي. سنڌونگر جي ڪئمپ
واري زندگيءَ مان نجات پائي وارڊن روڊ تي شاندار
فليٽ ۾ اچي رهيو هو. غلاميءَ واريءَ سرڪاري
نوڪريءَ بجاءِ هن کي پنهنجو وڏو دڪان هو. تنهن
کان سواءِ گهمڻ ڦرڻ لاءِ موٽر ڪري هئي ۽ شيوا ڪرڻ
لاءِ نوڪر حاضر هئا. هو اڳ سرڪاري آفيس ۾ ڏک
ڏکان، جوڙ ڪٽ ۽ لکپڙه ۾ وقت ڪاٽيندو هو

بنگلي تي وڃي ۽ هن کي نرملا سان ملڻ جو موقعو
ملي. جنهن ڏينهن هو نرملا کي نه ڏسندو هو ته، هو
پاڻ کي ڏاڍو بدنصيب سمجهندو هو ۽ اداس ۽ غمگين
هوندو هو.

پڪچر ۾ پردي تي رميش ڏسندو هو ته شاهوڪار
نائڪا غريب نائڪ سان پيار ٿي ڪري ۽ آخر ۾ هو
ٻئي شادي ٿا ڪن پر حقيقي زندگيءَ ۾ هن اهڙو
ڪجهه نه ڏٺو هو ۽ نه ٻڌو هو. هن جي دل ۾ ڀاونا اٿڻ
ٿيندي هئي ته ڪاش! نرملا هن جي جيون ساٿڻ بڻجي.
پر اهي ئي هو سوچيندو هو ته شاهوڪار لکاپتيءَ جي
ڌيءَ جي غريب جي پٽ سان ڪيئن ٿي شادي ٿي
سگهي؟

رميش سيٺ جي مدد سان بي.اي. ايل.ايل.بي پاس
ڪئي. سيٺ پنهنجي زال سان گڏ هن کي مبارڪ ڏيڻ
لاءِ سندونگر ۾ هن جي گهر ۾ ڪهي آيو ۽ هن کي واڌايون.
۽ پنهنجي ڌيءَ جو هٿ رميش کي ڏيڻ لاءِ هن جي
ماءُ پيءُ کي عرض ڪيو. رميش خوشيءَ ۾ ٽڙي پيو.
ساري سنسار جو گلاب جي گلن جو ڍير هن اڳيان
ڪٺو ٿي ويو، هو آسمان جي سڀني ستارن جو مالڪ
بڻجي ويو هو ته اڄ هن کي سرڳ جي اپسرا ملي رهي
هئي جنهن جي هو پوڄا ڪندو هو ۽ جنهن جو پيءُ
لکن جو مالڪ هو. هو خوشيءَ ۾ نچڻ لڳو.

سيٺ وٽان جواب آيو جو هن لاءِ لاٽري سمان هو. هن کي اها ڄاڻ ڪونه هئي ته سيٺ جو هيءُ خط هن جي جيون جي ورق کي ڏوئي اوجل بڻائي ڇڏيندو.

رميش سيٺ گيانچند وٽ ويو. سيٺ هن کان هن جي مالي حالت، پاڪستان جو ڳوٺ، گهر ۾ ڀاتي وغيره تفصيل پڇيا ۽ هن جي پنجاهه رپيا درمهيني اسڪالرشپ منظور ڪئي جا اڄ جي زماني ۾ پنج سؤ رپين جي برابر هئي. هو تمام خوش ٿي ويو. هن مارننگ ڪاليج آرٽس ۾ داخلا ورتي ۽ اڀياس ڪرڻ ۾ لڳي ويو.

رميش کي اسڪالرشپ وٺڻ لاءِ هر مهيني سيٺ وٽ واربن روڊ وڃڻو پوندو هو. ائين سيٺ وٽ ويندي هڪ ڏينهن هن جي ملاقات اوچتو سيٺ جي ڌيءُ نرملا سان ٿي. هوءَ گلاب جي گل سمان ڪومل ۽ حسين هئي. هوءَ رنگ جي گوري، قد جي ڊگهي، ڪمر سنهڙي ۽ ٻيهڪ وڻندڙ هئس. رميش هن کي ڏسي پنهنجي دل کوهي ويٺو. هوءَ جڏهن به هن سان گڏجندي هئي ته هن کي ڏسي مشڪندي هئي ۽ رميش جي بدن ۾ ڪتڪتائي ٿيڻ لڳندي هئي. هن کي نرملا لاءِ پيار ٿي ويو.

رميش مهيني جي پهرين تاريخ جو بيچينيءَ سان انتظار ڪندو هو ته، مهنو پورو ٿئي، هو سيٺ جي

هن سامهون نهاريو، آڳ جي تيز شعلن طرف نهاريو ۽
هن جي زندگيءَ جا ورق سئنيما جي پردي سمان هن
اڳيان ڦرڻ لڳا.

رميش پاڪستان ۾ تعليم اڌ ۾ ڇڏي ماءُ پيءُ، ڀِن
ڀينرن ۽ ٻن ڀائرن کي وٺي هندوستان ۾ آيو ۽ اچي
سندونگر ۾ اچهو ورتو. هن کي جلد ئي ٽيليفون
ڊپارٽمينٽ ۾ سرڪاري نوڪري ملي وئي ۽ هن
محسوس ڪيو ته هن کي جڻ سرڳ ملي ويو هو. نوڪري
ملڻ جي هن کي ڏاڍي خوشي ٿي ڇو ته هاڻي هو
پنهنجي ماءُ پيءُ، ڀينرن ۽ ڀائرن جي سنڀال ڪري
ٿي سگهيو. هن کي اهو سخت ارمان هو جو هن جي
تعليم اڌ ۾ ڪٽجي وئي هئي. هن ڊاڪٽر بڻجڻ ٿي
چاهيو ليڪن گهر ۾ اڻ پاتي هوندي هو ڪئن ٿي
وڌيڪ پڙهي سگهيو!

هڪ ڏينهن رميش "هندواسيءَ" ۾ پڙهيو ته سيٺ
گيانچند گهوجانو وديارٿين کي اسڪالرشپ ڏئي رهيو
هو. رميش نوڪريءَ سان گڏ پڙهڻ ٿي چاهيو. اها
خبر اخبار ۾ پڙهي هن کي جڻ خزانو ملي ويو ڇو ته
هن کي وشواس ٿي ويو ته اهو سماچار خاص هن لاءِ
ئي وڌو ويو هو ۽ هن کي پڪ ٿي ته اسڪالرشپ
ملندي. هن سيٺ ڏانهن درخواست لکي موڪلي ۽
بي چئنيءَ سان جواب جو انتظار ڪرڻ لڳو. آخر هن کي

ڪرندا ٿا وڃن. ٽاريون ٽنڊيون ٿيون رهن ۽ آخر
درخت پاڙن مان ٻاهر نڪري پٽ ۾ اونڌو ٿي ڪري
پوي ٿو. ٻنهي ۾ فرق صرف اهو آهي ته درخت
هميشه انسان جي شيوا ڪري ٿو، مٺو ميوو ۽ ٿڌي
ڇانوَ ڏئي ٿو ۽ انسان خودغرض، مطلبي ۽ لالچي بڻجي
ٻئي انسان جو خون چوسيندو رهي ٿو. جيتوڻيڪ هن
کي اها ڄاڻ به آهي ته هو سڀ ڪجهه هتي ڇڏي
ويندو، پاڻ سان ڪوري ڪوڏي به کڻي نه ويندو،
پوءِ به هو گهمنڊ ڪري ٿو، ٻئي کي ڪڙهڻ لاءِ
انسنا ڪري ٿو ۽ نگيون ڪندو ٿو رهي.

”سيٺ گيانچند دولتمند هو، لکاپتي هو، هنکي
سڀ ڪجهه هو، مان شان هو پر هو گهمنڊي ۽
مجازي هو، هٺيلو ۽ مغرور هو“، رميش سوچڻ لڳو.
”هو پاڻکي وڏي هستي سمجهندو هو. هنجا ملازم هن
کان ٿر ٿر ڪنبندا هئا. ۽ اڄ هو بي جان، لاش بڻيو
جلي رهيو هو! ڪيڏانهن ويو هنجو پئسو ۽ پنجڙ، مان
۽ شان، گهمنڊ ۽ غرور؟“

سيٺي ڪاٺين کي آگ لڳي چڪي هئي. لاش
جلي رهيو هو. اوچتو هڪ آگ جو شعلو چٽڻگن سان
آسمان طرف لپڪيو ۽ انهيءَ شعلي ۾ رميش کي نظر
آئي سيٺ گيانچند جي تصوير جا، هن ائين محسوس
ڪيو، هنکي جڻ التجا ڪري ڪجهه چئي رهي هئي.

ڪهاڻي

□ ريلو گيهاڻي



# مغرور

رميش سامهون نهاريو. شمشان ڀُومِيءَ ۾ اوهه ڄڻي تعين وچ ۾ ڪاٺين جا بدب پيا هئا جن جي وچ ۾ سيٺ گيانچند جو لاش پيو هو. هن جا پٽ ٻرندڙ ڪاٺيون کڻي بدن کي جلائي رهيا هئا. مهراج سلوڪ اچاري ڀڳوان کــي پرارٿنا ڪري رهيو هو ته هن جي آتما کي سک شانتي ڏئي ۽ گڏوگڏ ڪاٺين مٿان گيهه ڇنڪائي رهيو هو جنهن بدن کي جلدي باهه لڳي ۽ لاش جلڻ شروع ڪري. سيٺ جــا پٽ مٿرُ اُچاريندا لڪڙيون کڻي لاش جي چوڌاري ڦيرا پائڻ لڳا.

سيٺ گيانچند جو لاش جلندو ڏسي رميش کــي مساڻي گيان پراپت ٿي رهيو هو ته هيءُ سنسار فاني آهي. انسان جي زندگي هڪ درخت سمان آهي. جنهن پار وڏو ٿي ٻڌو ٿئي ٿو ۽ آخر مري وڃي ٿو تنهن ٻوٽو وڏي وشال درخت بڻجي ٿــو. وقت بعد چوڏا لهندا

پاڻکي هميشه لاءِ اڪيلو ۽ بي‌سهاري سمجهي ٿوري
گهڻي رهيل يادگيري به ڀلائي ڇڏيندا. مان پنهنجي
گل وٽ هميشه هميشه لاءِ وڃي رهي آهيان جو هتي
رهڻ به جڻ نانگن کان ڏنگائڻو آهي. جيئن ويهه سال
گذاريا اٿوَ، اڳيئن باقي به آرام سان گذاري سگهندا.
مان مجبور آهيان. اگر اڃان به جي توهانکي اسان
ٻنهي لاءِ ذرو به، پيار هجي ته وري ڪڏهن به ۽
ڪنهنسان به اهو ذڪر نه ڪندا. هڪ خواب سمجهي
ڀلجي ويندا.”

لکندڙ رتنا

خط پوسٽ ڪري رتنا سامت جو ساهه کڻيو. آرتوار
جو ڏينهن سامان ٻڌڻ ۾ گذاريائين. سومر ڏينهن
اسڪول وڃي استعيفا ڏيئي گانوَ کي الوداع ڪري
سندا کي ساڻ وٺي گل وٽ هلي وئي.

آهي، سا ته ڳالهه مونکي سمجهه ۾ نه آئي. مان ڪيئن
وشواس ڪريان ۽ ڪيئن پاڻکي مڃايان؟ جڏهن توهان
مونکي ڪوڙو ڪلنڪ هڻي، گهر مان لوڏي ڪڍيو
اُن مهل مونتي ڇا گذريو هوندو؟ مون اُن مهل ئي
فيصلو ڪيو هو تہ، پاڻکي ۽ توهانجي ٻار کي ٻوڙي
ڇڏيان، پر اندر واري لائين نه ڪرڻ ڏنو. چئي، "هڪ
جي غلطيءَ جي سزا ٻن کي ڇو ملي؟ هن معصوم
تنهنجو ڇا بگاڙيو؟ اگر تون سچ پچ پتورتا آهين ته
پتورت ڌرم پالن ڪر." انکان پوءِ ئي مون ۾ همت
آئي ۽ پاڻکي وڌوا ٺهرائي وڌوا جو ويس ڪري هلڻ
لڳيس. گل ۾ جڏهن سمجهه آئي ته ڪيس صرف ايترو
ئي ٻڌايم ته تنهنجو پيا تنهنجي جنم کان ڪجهه ڏينهن
پوءِ هيءُ جهان ڇڏي هليو ويو. مان صرف تنهنجي
لاءِ ئي زنده رهي آهيان. گل جيئن وڏو ٿيندو ويو،
تيئن ڪيس احساس ٿيڻ لڳو ۽ هڪ آدرشي ٻار بڻجي
پيو. هن ۾ غم کي دور ڪرڻ لاءِ ماسٽري ڪئي. اڄ
پڙهائيندي پڙهائيندي چاليهن سالن جي عمر ۾ آئي
آهيان. توهانجي پراڻي ياد جي پٺي مهنجي من تان
ميسارجي چڪي آهي. توهان ايندڙ ڏياري لاءِ (لڪڙيءَ)
گل جو سهارو ٿا گهرو، پر هن وقت مونکي توهان
جهڙي لڪڙيءَ جي ضرورت ڪونهي باقي زندگيءَ
جا ڏينهن ٻه، ڪٽجي ويندا. مهرباني ڪري توهان ٻ—

ته ته، ته منهنجو ڪهڙو حشر ٿئي ها! ٢٠ سال ٻاتڪي
ودوا سڏائي، شهر ڇڏي ڳوٺ ۾ رهڻ جو عادي بڻايو.
ٽيچر جي نوڪري ڪري ٻارن ۾ پاڻ کي وندرايو.
جڏهن گل کي ننڍي مان وڏو ڪيو، پڙهايو، لکايو
ته جيئن هوءُ آدرش ماءُ جو آدرشي پٽ بڻجي. ڪيس
آپ-بيتيءَ جي ڪابه ڄاڻ نه ڏني. هينئر هيءُ خط
ڪيئن ڪيس ڏيکاريان؟ ڪيئن هن اڳيان پاتڪي ڏوهي
ٺهرايان؟ منهنجو ڏوهه نه هوندي به اُن جي سزا عمر
قيد کان به وڌيڪ ڀوڳيم. صرف گل جي سهاري. ته
هوءُ منهنجي پاڪيزگيءَ جي نشاني آهي. ڇا راجن
اڄ به مونکان جيئڻ جو بدلو ٿو چڪائي! يا گل
اڳيان مونکي ذليل ڪرڻ ٿو چاهي؟ خبر ناهي ڪهڙي
جنم جي سزا ڀوڳي رهي آهيان. شانتيءَ ۾ اَشانتي
اوچتي ڪيئن اچي وئي! سندس دماغ چڪرائڻ لڳو.
سڄو ڏينهن سوچي سوچي رات جو به ننڊ ڪانه آئي
سمهي پيئي. صبح جا پنج لڳا. هوءَ روزاني نيم
موجب اُٿي. اُٿندي ئي پنو پين کڻي لکڻ ويٺي. جو
خط جو جواب ڪيس صحيح ملي ويو هو. جو هيو
سؤمان سان جيئڻ. هن لکڻ چالو ڪيو:-

”مسٽر راجن!

توهانجو خط ويهن سالن بعد مليو. پڙهي بيحد دک
ٿيو، توهانجي ڪنور دل ڪيئن ميڻ بڻجي پگهري

تون هاڻي رتنا کان معافي وٺي ٻچي کي گهر ۾ آڻج
ته تنهنجي ڪيل گناهن جو پرائشچت ٿئي. ٿيندو ۽
منهنجي آتما کي شانتي به ملندي." ماءُ ته راهه رباني
وٺي رمندي رهي. اڪيلائپ جو ڀوت مونکي کائڻ لڳو.
سڀ ڪجهه هوندي به مان پاڻکي اڪيلو ۽ بيسهاري
سمجهي رهيو آهيان. هاڻي صرف تنهنجي سات جي
ضرورت آهم آهڙي مان توهان اميد رکان ٿو. مونکي
پنهنجي جگر جي ٽڪري سان ملائيندينءَ ته ماء
سڄي زندگي تنهنجو احسانمند رهندس. مونتي ديا
ڪر رتنا! ديا ڪر."

تنهنجو پنهنجو راجن

خط پڙهي رتنا جو دماغ چڪرائڻ لڳو. هوءَ مٿي
تي هٿ رکي ليٽي پيئي. مندا چانهه کڻي اچي ٽيبل
تي رکي ۽ پڇڻ لڳي، "ديدي! اڄ توهانکي ڇا ٿيو
آهي؟ طبيعت ته ٺيڪ آ نه؟ گل بابو ٺيڪ آهي نه،
هي خط اُن جو آهي؟ ڇو توهان اڄ ڏاڍا اداس لڳي
رهيا آهيو؟" رتنا ڇا جواب ڏئي. سندس من بيچ
پريل هو. اجوڪو ڏينهن هن اڪيلو رهڻ ٿي چاهيو ته
جيئن ڪيس خط جو جواب صحيح ملي وڃي. هن
مندا کي سڄو ڏينهن موڪل ڏني ۽ پاڻ اڪيلائپ ۾
سوچڻ لڳي ته ڇا ڪريان! جڏهن ڪٿي ته جڏهن ڦوڙو جي
پڙ کڻي ته پڙ ڦوڙو. پر شڪر جو گل باهر ويل آهي.

سگهيس. پوري پريوار ۾ توکي بدنام ڪري، ٻي داغ
ڪـي داغي بڻائي مون وڏو پاپ ڪيو، پر توڪـي ۽
تنهنجي همت کي شاباس ڇئبي جو هڪ عورت ٿي
ڪري به تو همت نـه هاري. گل ڪـي جنم ڏيئي تو
پنهنجي باغ کي اُجڙڻ نه ڏنو. منهنجو ئي پٽ، مونکان
دوُر! پاڻ ئي ڪيئي دفعا لعنتون وڌم ۽ گل کي ڏسڻ
لاءِ ڪڏهن، ڪڏهن اسڪول ويندو هوس. پر ڪڏهن
به کيس ڇڪي ڇاتيءَ سان نـه لڳايو، صرف انڪري
ته متان توکي خبر پوي. تو تـه پنهنجي زندگي پتورت
ڌرم پـالن ڪندي گذاري ۽ گذاري رهي آهين، پـر
منهنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ آهي. توهان ٻنهي جـي ياد
مونکي جڻ پاڳل بڻائي ڇڏيو آهي. اڄ تـه مونکي به
هٽ هو، پـر عمر جيئن وڌنـدي رهي، تيئن هٽ
بدران پاڻکي هيٺو سمجهڻ لڳس. منهنجي مـاءُ مرڻ
گهڙيءَ ئي هئي ته مون کيس گذريل سموري واردات
کان واقف ڪيو ۽ اهو پڻ کيس ٻڌايو تـه منهنجو گل
هينئر B.A. پاس ڪري، ڪجهه ڏينهن لاءِ ٻـاهر ويو
آهي. منهنجيءَ ماءُ مونکي خوب ڦٽڪاريـو ۽ چيو،
”تو هي ڇا ڪيو؟ انمول رتن کـي گهر مان ڪڍي،
وري بـه هيڏا سال چپ رهيو آهين؟ مون ۾ به توکي
وشواس ڪونـه هو؟ توريءَ ڳالهه جي ڪري سڄو گهر
اُجڙ ڪري ڇڏيئه! اسانجي گهر جو ڏيئو روشن دار آهي.

□ پريم لتا



# سؤمان

ڇنڇر جو ڏينهن هو. رتنا سويل ئي اسڪول مان آئي هئي ۽ اچي آرام ڪرسيءَ تي ليٽي. سندس نظر سامهون ٽيبل تي رکيل لفافي تي پيئي. ويهن سالن جي لمبي عرصي بعد راڄن جا اکر ڏسي وائڙي ٿي ويئي. سندس هٿ ڏڪڻ لڳا. لفافو کولي پڙهڻ لڳي،

”منهنجي مٺڙي رتو! توکي هيءُ خط پڙهي ڏاڍو عجب لڳندو، جو اسان ٻنهي جي وچ ويهن سالن جي لمبي ديوار پيدا ٿي ويئي آهي. مان هاڻي ان ديوار کي ٽوڙڻ ٿو چاهيان. مان پنهنجي ڪئي تي بيحد پشيمان آهيان. توکان الڳ ٿي مون سمجهو ته مان ڪو اوچ ٿي رهندس، پر مون ڏٺو ته ڪنهن لعل وانگر ڪٿي ويس. بدناميءَ سبب ٻي ڇوڪري به نه ملي سگهي، سيٺ جا طعنا تنڪا سهندو ٿي رهيس. تنهنجي ياد مونکي بيحد ستائيندي رهي، پر ڪجهه ڪري نٿي

مدردي ڇا لاءِ؟؟ — ۽ هو انهن سوالن ۾ ئي منجهيل،
ڪمري مان نڪري ٻاهر آيو.

ٻاهر نڪري هلندو رهيو. قدم ازخود کڄندا رهيا.
سوچ ڌارا ۾ نه، وقت جو سماءُ ٿو پوي ۽ نه وري
ڪنهن ٽڪ جو ۽ وري انهن ويچارن جون حدون به ته،
بيشمار آهن. جيڪڏهن هڪ ڳنڍ ٽٽي ته سؤ نيون
پيون پيدا ٿين. انهن ڳنڍين ڳوڙهن کان ڇپو ڏيئي
ڇڏهن سندر ٻاهر نڪتو ته ساڄهون سرلا جو گهر هو.

80/2, Railway Quarters,
Andheri (East)
Bombay-400069.



علم ۽ عقل سان عالماڻي ٻولي ۽ عبارت ۾ انساني
امنگن ۽ احساسن جي اظهار کي ساهت ٿو ڪوٺجي.
سادي سوديءَ ٻوليءَ ۽ نوع ۾ سادي سودي جنتا
جي جذبن ۽ سياڻپ جي سخن کي لوڪ ساهت ٿو
سڏجي.

پروفيسر رام پرتاپراءِ پنجواڻي

ماڻس ايترو ڇڻي رنڊڪي ۾ هلي وئي.

سعدر وري ٻاهر دريءَ مان ڏسڻ لڳو. ٻاهر سائو سائو گاهه ائين ئي ساڳيءَ طرح ڦهليل هو. سعدس خيال به ان وانگر وڌيڪ ۽ وڌيڪ پري تائين وڇڙجي ويا. سعدس الجهن به وڌي وئي. هڪ گهرو ۽ ٿڌو ساهه کنيائين ۽ سوچڻ لڳو، ”سرلا سان به ته ساڳي ڪار ٿي سگهي ٿي. ايتري قدر نااميد ٿي ڪري، سعدس ماءُ پيءُ جي اڳيان ٻيو ڪهڙو رستو ٿيندو؟ اهو هڪ ڏينهن، اهڙي طرح، ڪنهن سٺ سالن جي ٻڍي سان ٻڌائيندس.“

سرلا جي تصوير وري هڪ دفعو سعدر جي اڳيان آئي. ويهن سالن جي سرلا ۽ سٺ سالن جو مڙس! ڇا ظلم آهي!! يا وري ڪنهن ڏينهن ڪيس ڪنهن نديءَ ۾ پاڻ کي اڇلڻو پوندو يا ڪنهن زوردار زهر جو سهارو وٺڻو پوندو، اهڙو خيال ايندي ئي سعدر جي بدن ۾ ڏڪڻي وٺي وئي.

گپ ۾ ڦاٿل ماڻهو جيتري ڪوشش ان مان نڪرڻ جي ڪندو آهي، اوترو ئي وڌيڪ ڦاسندو ويندو آهي. ٺيڪ ساڳي حالت سعدر سان به ٿي رهي هئي. ته ڇا هو سرلا لاءِ ”ها“ ڪري؟ پر سعدس خوابن جو ڇا ٿيندو؟ انهن بٺايل محلن جو ڇا ٿيندو؟؟ آخر سرلا لاءِ سعدس دل ۾ ايترو جذبو ڇو آهي؟ هيءَ

سامهون واري دريءَ وٽ وڃي بيٺو. مخمل واري گاهه
جي چادر ٻائي ڪشادي لان ڀري پري تائين ڦهليل
هئي. ڪاش سعدس مجهيل ۽ الجهيل خيال به ان
وانگر ڳلجي سلجهي وڃن.

”ممي“، وراڻدي ۾ ويٺل سعدس پيڻ چيو، ”اسان
جي ڪاليج ۾ هڪ ڇوڪري آهي. اهائي ڪالنٽا، جا
ڪيترا ئي دفعا اسان وٽ به آئي آهي.“

”ها... ها... ڇا سعدس ڪٿي ڳالهه پڪي ٿي
وئي؟“ مائٽس پڇيو. سعدر ان گفتگو تي ڪجهه ڇرڪ
ريو.

”ها، اهو ئي ته ٻڌائي رهي آهيان. هن ويچاريءَ
جي ته قسمت ئي ڦٽي وئي آهي. پنجاهه ورهين جي
پيڊي سان شادي طئه ٿي اٿس. سعدس ٻهرين زال مان
ڇه ٻار اٿس.“

”مائٽ ڪهڙا اٿس، جو هنن اهو رشتو منظور
ڪيو؟ ويچاري ڏاڍي سلڇڻي ڇوڪري آهي. ڇا
سي انهن ائين ڪيو؟“ مائٽس سوال ڪيو.

”هو به ڇا ڪن؟ پئي ڪٿي جوڙ ٿي ملين. هنن
ته گهڻيئي ڪوششون ڪيون پر ڪنهن کي ڇوڪري
پسند اچي ئي نه.“ پيٽس جواب ڏيئي تيزيءَ سان
مشين هلائڻ لڳي.

”ها، نوڻهن جو رنگ روپ ته هرڪوئي ٿو چاهي“

آهن تہ پوءِ جسم جي برائيءَ ۽ خرابيءَ کي ڇو تو
ورتو وڃي؟

اهو خيال ايندي ئي سعديہ سامهون مرجهايل
ڪلي وانگر، وساميل چٽنگ وانگر، ٿڪل ۽ هارايل
سرلا جي شڪل ابوجي آئي، جا چٽڪ تہ زبردستي
مشڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. سعدي
ڪئين دفعا اهڙي خط لکڻ جو ڪارڻ ڳولهڻ جي
ڪوشش ڪئي، سعديہ وڃي رڳو ۾ پريل بيوسيءَ کي
هن پڙهڻ چاهيو ٿي! سعديہ دل جو ڪجهہ حصو
پگهرجڻ ٿي هو تہ هڪدم هن سنڀالي ورتو. حقيقي
دنيا جو خيال ايندي ئي، هو ائين ڇڏي واپس آيو
تہ ”پوءِ جواب موڪليو ويندو“

پوءِ جواب موڪليو ويندو، واري ڳالهہ سرلا ۽
سعديہ ماٺت چڱيءَ طرح سمجهي سگهيا ٿي. سڀ
ناپسند ڪرڻ وارا ٻ، تہ ائين ئي ڇڏي ويا هئا ۽ اهو
پوءِ جو جواب ٻيا تہ آيو ئي ڪين ٿي يا جيڪڏهن
آيو بہ ٿي تہ اهڙو جنهن جو ڪو مطلب هو ئي
ڪين.

سعدي جڏهن کان وٺي سرلا کي ڏسي موٽيو، تڏهن
کان وٺي سعديہ خيال هڪ هنڌ بيٺا ئي نٿي. هن
ڪاري ڪلوٽي ڇوڪريءَ سعديہ دل ۾ هڪ قسم
جو طوفان برپا ڪري ڇڏيو هو. هو ڪرسيءَ تان اٿي

هئي.

هن پنهنجي ٿيڻ واري پتيءَ جي باري ۾ ڪيترا ئي خيال دل ۾ ٺاهي رکيا هئا. هڪ عمر اهڙي به اچي ٿي جڏهين هر ڪو ڇوڪرو يا ڇوڪري پنهنجي ٿيڻ واري ساٿيءَ بابت، پنهنجي پسنديءَ موجب هڪ تصوير ٺاهي ٿو. موٽرن ڊرائيو تي گهمندڙ جوڙن کي ڏسي سندر به سوچيندو هو ته هن طرح هو به گهمندو ۽ ڪاريءَ جوءِ کي وٺي گهمڻ ۾ ڇا ڪيس شرم نه ايندو؟ دوستن ۽ واقفڪارن کي ڪهڙو منهن ڏيندو؟ سڄي زندگي ته جذبات ۽ آدرشن جي سڪ ٻري گود ۾ ويهي نٿي گذاري **سگهجي**! ڪيترا موقعا اهڙا به ايندا جڏهين هيءَ جذبات بار بار محسوس ٿيندي. هڪ ٽيس هميشه دل ۾ رهندي ايندي، جا وقت به وقت رکي سندس دل کي ڏکا ڏيندي رهندي ۽ ان وقت آخر هو تنگ ٿي ڪري پنهنجو سڄو غصو سرلا تي ڇنڊيندو!

۽ سرلا سان شادي سندس لاءِ لعنت نه بلڪ نعمت به ته ٿي سگهي ٿي! سندس ڪاري بدن اندر، ناريل جي اندرين حصي وانگر صاف ۽ اُجلي دل به ته ٿي سگهي ٿي، ليڪن انجو مطلب اهو ته ٿي نه ٿو سگهي ته خوبصورت جي دل هميشه خراب ٿيندي آهي؟ جڏهين ٻنهي طرفن کان دلين جي باري ۾ اهي شڪ

حالت ۾ اهو سڀ ڪجهه لکڻ لاءِ مجبور آهيان ۽ ان لاءِ معافي چاهيان ٿي.“

ان خط جو اثر سندر تي نه پيو هجي، سا ڳالهه نه هئي، پر ڪنهن بہ ڪارڻ ڪري، مجبور ٿي هو سرلا لاءِ ”ها“ نہ ڪري سگهيو. شادي زندگيءَ جي لــوڙ ڌائين نباهڻ جو نالو آهي. ڇا هڪ پل جي جذبات ڪري هو حياتيءَ جي خواهشن ۽ امنگن تي پاڻــي ڦيري ڇڏي؟ عجيب ۽ غريب ويچارن جــي دروازي تــي بيٺل سندر هن وقت سوڌو ڪو بہ فيصلو نہ ڪري سگهيو هو.

هڪ اجنبي ڇوڪري، ڪنهن اهڙي شخص کــي اهڙو خط لکي، جو ڪيس شاديءَ جــي سلسلي ۾ ڏسڻ وارو هو. سندر کــي سچ پچ هيءَ ڳالهه نئين لڳي. اها ڇوڪري، ضرور ڪنهن اهڙي حالت ۾ هوندي، نــہ تــہ ايتري همت ڏيکارڻ جو ڪهڙو ضرور؟ هڪ دفعو تہ سندر جي دل سرلا جي هن جرئت جي تعريف ڪرڻ بنا رهي نــہ سگهي. انسان کي زندگيءَ ۾ ايترو دنيادار بہ ٿيڻ نہ گهرجي جو جذبات ۽ آدرشن لاءِ ڪا ڪمي ئي رهجي وڃي. هيءَ ڳالهه سندر بہ مڃي ٿي. هيءَ حياتيءَ جي رستي جــي هڪ اها جڳهه هئي، جنهن ۾ انهن سڀني ڳالهين کان پوءِ ٿي ڪري ٺڏي دل ۽ دماغ سان غور ڪرڻ ۽ سوچڻ جــي ضرورت

رهي هئي. تڏهين ئي کيس دل ۾ هڪ ويچار اڀرڻ
ٿيو. کيس پنج دفعا ڏسي ناپاس ڪيو ويو هو. مايوسي
ته سندس دل تي هڪ گهرو اثر ڪيو هو پر سندس
ڪارڻ سندس ماءُ پيءُ کي چنتا وڌي ويئي هئي.
ان کي دور ڪرڻ لاءِ پنهنجي فرض کان وڌيڪ پاڻ
پريشان هئي. ان ڪري هڪ ڏينهن پيءُ جي غير
حاضريءَ ۾ سندر جو سرنامو نوٽبوڪ مان ڪڍي، هن
کيس هڪ خط لکيو.

”منهنجو رنگ ڪارو آهي ۽ ان ڪري مونکي
پنج دفعا نامنظور ڪيو ويو آهي. هاڻي جيڪڏهن
توهين به انهن ماڻهن وانگر رنگ کي ئي ٿا عزت ڏيو
ته مهرباني ڪري هتي اچڻ جي تڪليف نه ڪندا،
ڇو جو ان وقت توهان کي جا مايوسي ٿيندي سا ته
ٿيندي پر ان سان گڏ مونکي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ کي
به بي فضول پريشاني ٿيندي. منهنجي ۽ منهنجي
مائٽن جي ان مايوسيءَ لاءِ ڪنهن به قسم جي همدرديءَ
جي مونکي ضرورت ڪانهي ۽ نه ئي مان ڪو ان جو
ڪو دٻاءُ آڻي توهان سان اهڙي جذباتي قدم کڻڻ جو
آسرو رکان ٿي، جنهن ۾ توهان جي دل ناخوش هجي
۽ جنهن جي ڪري پوءِ سڄي زندگي توهين افسوس
ڪندا رهو. هن طرح جون ڳالهيون توهان کي عجيب،
غير معمولي لڳن ۽ شايد خراب به لڳن، پر مان هن

□ چندو تيجواڻي



# سوال پسنديءَ جو

اج ڪيس ڇھون دفعو ناپسند ڪيو ويو ھو.
جيڪڏھن سندس رنگ ڪارو ھو تہ انجو جواب ھوءَ
تہ نہ ٿي ڏيئي سگھي. ڪيس ان جي سزا ڇو ٿي ڏني
وڃي؟ پنھنجي ان ڪارڻ ڪري لڪائڻ ۽ گھٽائڻ لا
ھن ڪيترين نہ ڪوشش ڪيو ھيون، پر تڏھين بہ
جيڪڏھن ھن ترقي ڪندڙ سائنس واري وقت ۾ بہ
انھيءَ کي گھٽائڻ لاءِ ڪو صحيح رستو ڪينھي نہ
پوءِ ڀلا ھوءَ ڇا ڪري؟ سندس ڪھڙو ڏوھ؟

سرلا ۾ ٻيو ڪو نقص ڪين ھو. ھوءَ بي اي پاس
ھئي. ھنکي رڌڻ پچائڻ، سبڻ پوئڻ سڀ ڪجھ ايند
ھو. ھوءَ ناچ جي پڻ ڪجھ ڄاڻو ھئي. ستار وڄائڻ
سان گڏو گڏ ڪجھ ڳائڻ بہ سکي ھئي. ھڪ سٺي
اوچ گرھستي واريءَ لاءِ جيڪي ھئڻ گھرجي سي
سڀ ھئس. جيڪڏھن ڪجھ نہ ھوس تہ اھو فقط رنگ
صاف ڪين ھوس.

جڏھين سندر جي گھر وارن سان ڳالھ ٻولھ ھلي

احب. مونکي ماءُ جو واسطو ڏنائين چيائين مان موت
ي جيت پائي سگھنديس پر هن عادت تي نـ، تون
ماهين ٿي تـ، مان مران. نہ آئي ڏيندين تـ هي
کپ ڏس مـان پاڻ کـي ماري ڇڏينديس. صاحب
ون کان رهيو نـ ويو، مون کان چا صاحب، ڪنهن
ان بہ رهيو نہ وڃي هان.“

هن مـون ڏانهن نهاريو هوءِ ڪجھہ ڳالهائڻ چاهي
هڻي پر...... مـون کيس پنهنجين بـانهن ۾ پريو ۽
وءِ......... مون کان موڪلائي هميشهہ لاءِ هلي وئي.

Santacruz flat (Ground floor)
Behind Tiffiny's Restaurant,
Santacruz (East)
Bombay-55.



ادب جو پڻو مقصد آهي فرحت سان گڏوگڏ سکيا
ڻ ۽ جيوت سڌارڻ.
پروفيسر منگھارام اڌارام ملڪاڻي

ڪجهه ٺيڪ ٿي. ٻه ڪوار هن جي پيٽ جو سلسلو جاري رهيو. مان ڪم تي هليو ويندو هوس ھوءَ پوپٽ پيئندي هئي ۽ منهنجي سامهون اُٿين ڏيکاري ڏيندي هئي ته هن پيٽ بند ڪيو آهي.

هنجي ان عادت علاج پر رکيو ٿي وڌو. مون ڪيس پنهنجو قسم ڏنو ته نه پي. هوءَ ٺيڪ ٿي ٿي ويئي. ڊاڪٽر جي رپورٽ مطابق هن پيٽ بند نه ڪيو ۽ وڌيڪ پيٽ يا بند نه ڪرڻ خطري جي نشاني آهي.

دڪان تي ويٺي مان سوچي رهيو هوس. هنجو ماضي جنهن کي هيءَ دور ڇڏي آئي آهي ڪيڏو نه يادگار ۽ خوشگوار هو. حال کي ڏسندي مستقبل لاءِ ڪائي اميد ڪجي! منهنجي ان سوچڻ جو سلسلو ٽٽو، فون جي گهنٽي وڄي رهي هئي. اها گهر مان فون هئي منهنجي سس جبلپور مان پنهنجي ڌيءَ جي بيماريءَ جو ٻڌي خاص آئي هئي. جلدي گهر پهچڻ لاءِ چيو ويو.

مون ڏٺو هوءَ رت جون الٽيون ڪري رهي هئي. ڊاڪٽر چيو هيٺري سمجهائڻ ڪان پوءِ هن کي بوتل آڻي ڏيئي ٿون ئي گنهگار آهيون. مون بوتل ڪونه آڻي ڏني. ڪنهن آندي بوتل؟ ڪير آهي دشمن. ڪم واري سيدرا چيو ”مون آڻي ڏني صاحب! هن جيڪو ٻڌايو ۽ مونکي جيترا ون ڏنون ڪيائين

کي بورڊنگ لاءِ روانو ڪيوسين.

وقت گذرندو رهيو ۽ اُها رات هنجي مونجهه مون کان سٺي نه ويئي. ڊاڪٽر مدن کي گهرايو ۽ اُن کانپوءِ ڊاڪٽر آڏوائيءَ کي. در حقيقت هوءَ ٺيڪ هئي پر ڪا به ڏينهن هن پيتو ڪين هو ان ڪري کيس بي آرامي هئي. يعني ته هن ۾ ايتري عادت پئجي چڪي هئي جو پيئڻ کان سواءِ گذر ڪرڻ نه ڇا هن جي چوڻ موجب هن لاءِ جيئڻ مشڪل هو.

اُها رات ڪٽجي ويئي صبوح جو مان جيئن ڪم لاءِ نڪرس ٿي ته مشڪندي چيائين "اڄ لال پڙي وٺي اچڻ نه وسارجو."

ڀڄياڻين ته مونکي ڪل ٿي آئي ته هيءَ اُها ئي شرميلي آهي جا مونکي به منع ڪندي هئي.

هن ڀيريون پيگ ڪافي وڏيڪ تيار ڪيو ۽ پيئڻ کانپوءِ ڀيري-ون دفعو جڙ رُئڻ شروع ڪيائين، کيس آڪاش جي بورڊنگ ۾ رهڻ جو غم هو ته ڪيئن نعيڙي بار بورڊنگ لاءِ يڪدم ها ڪئي! ڇو نڪر ۾ ها ڪيائين. هڪوار هن کي ساڳي مونجهه ان رات به ٿي. ڊاڪٽر مدن پڌايو ته هن کي اور ٽرپل (جيوي جو درد) شروع ٿي ويئي آهي جنهنجو ڀيريون علاج آهي هنجو شراب پيئڻ بند ڪرڻ. پيا علاج وغيره جاري هئا. آخر هن پيئڻ تي ڪنٽرول ڪيو ۽

سان ٽڪيندو رهندو هوس، هن ۾ ايتري تبديلي آئي ڪيئن! هن کي نشو ڪين لڳندو هو. جي لڳندو به هو ته اجايو ۽ بيهودي ڳالهائڻ بڪڻ کان هوءَ خاموش ٿي ويندي هئي. ڇو ته مونکي برابر سان ڪمپني ڏيندي هئي. مان هميشه خوش هوس ڇو ته هڪ به پيگ منجهند جو ته ٻه ٽي راتجو. زندگي خوشيءَ ۾ گذرڻ لڳي.

هن جي ان يڪساهي پيئڻ ۾ مون محسوس ڪيو ته هن ۾ هاڻي اها عادت پئجي چڪي آهي. سوڊا، وسپت، سٽيمارائڻ وغيره جي ڏينهن تي آسين ڪونه پيئندا هئاسين جنهن لاءِ مان هن لاءِ اهو محسوس ڪري سگهندو هوس ته هوءَ هڪ خال تي پاڻئين-ها، جڏڪر چانس ته. ڇا ٿيو سيئي ڏينهن لئي پيئنداسين ته هوءَ خوش ٿي وڃي ها. مون هن کان ساڌ، ڪمپني چاهي هئي نه عادت پوڻ. هڪ ٻه دفعو مان ٻه بوتل جي گهر آيس ته هن کي اها ڳالهه نه وڻي. مان ڪيس چوندو هوس ته اڳ جڏهن نه پيئندي هئين تڏهن؟ وراڻيائين ”ماضيءَ کي مان ڪافي پري ڇڏي آئي آهيان.“

هن آڪاش لاءِ مونکي ضد پڻو ته ڪيس بورڊنگ ۾ رهائجي. دارجلنگ جي ان بورڊنگ ۾ سندس وڏي پٽ جا ٻار به پڙهندا هئا ان ڪري آڪاش

ي ماءُ آهي، پيءُ کان وڌيڪ ٻار جو ڀلو ٻرو ماءُ
سوچيندي آهي. خبر ناهي هن ڇا سوچيو آهي.
ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هڪ معجهند جو مان نيم
وجب جيئن ماني کائڻ گهر آيس ته بلڪل واڳو ٿي
يس سچ پچ ڀوڳيائين ته وشواس ئي ڪين ٿي آيو
ـه اها حقيقت آهي ٻر پوءِ ان کي مٺو پيو اهـا
لڪل حقيقت هئي. هن کي ڀوڳيائين پيگ تيار
ڪرڻ نه ايندو هو پوءِ هوءَ پيگ تيار ڪرڻ ۾ هوشيار
ي وئي ۽ اَج...! اَج مولکي ڪمپني ڏيڻ لاءِ پاڻ به
ڪ پيگ پيتو!!
مان واڱن وانگر ڪڏهن هن کي، ڪڏهن گلاس
ي ۽ ڪڏهن بوتل کي ڏسڻ لڳس. هن ڀروون ڀڪ
ري جيڪو منهن جو نقشو ڏيکاريو، مولکي ڪل اَچي
رئي. سندس لفظ هئا ”ڇي، دوا ڪيان به ڪوڙو،
ڪو جڻ تيزاب آهي، ڪيئن پيئندا آهيو. جڻ آنـدر
ي جلي ويو. توهين خوش آهيو؟“
يڪدم چيومانس، ”ها بلڪل، جا ڳالهه تو کي
سالن کان چوندو آيو آهيان سا مس مس مڃي اَنجو
اَنت آنده. (ويري گڊ تمام سٺو.)“
بس هاڻي شروع ٿـي آسانجي ڊوڙ ڊڪ رانـد.
ڪڏهن هوءَ پيئي مولکي صلاح ڪري ته ڪڏهن مان
هڪي. ڪڏهن ڪڏهن مان ڪيس حيرت ڀري نگاهن

مان ڪيس ڏسڻ لڳس "ياد ڪر، ياد ڪر."

هوءَ ڪنڌ جهڪايو ويٺي رهي جڻ ڪيس مون ڪان شوم ايندو هجي. ڪيس پاڻهن ڪان ڇڪي پنهنجي پاسي ۾ ويهاري نهايت پيار سان چيومانس، "ياد آهي؟ گهڻا دفعا چيوئي مانڻن ته مونکي ڪمپني ڏيڻ لاءِ تون ئي ٻر... اَڙي پائي بزنسمين جي زال آهين، وڏن وڏن ماڻهن ۽ انهن جي زالن سان ڪڏهن پارٽي، فنڪشن پروگرام ۾ اٿڻو ويهڻو ٿو پوي انهن سان قدم ۾ قدم ملائي هلڻ تـــ لازمي ۽ واجب آهي." ڪجهه وقت ته خاموش رهي پوءِ پڇيائين، "جي مان پيڻان ته توهين ڪيئن محسوس ڪندا؟"

مون آرام سان جواب ڏنو "خوشي ٿيندي."

مون جا چيو هن جي چهري جا رنگ بدلجندا رهيا. جڻ دل ۽ دماغ ۾ هڪ جنگ جوٽجندي هجي. هن مون ڏانهن نهاريو ۽ ٿورو مشڪي. هن جي ان مشڪ ۾ مونکي عجيب نزاڪت، جيت جا آثار نظر آيا.

آڪاش کي نرسري اسڪول ۾ پڙهڻي ڪرايوسين. هن چيو بس آڪاش ٿورو وڏو ٿئي ته آسين ڪيس بورڊنگ ۾ موڪليندا سون اٿي ئي رهي. مون کي ڪافي عجب لڳو. هڪ ئي ٻار سو به پاهر موڪليون چو؟ پر پوءِ دل کي اهي ئي رکيو ته هوءَ به آڪاش

لاءِ نقصانڪار آهي، ماڻهو انسان مان حيوان بڻجي
پوندو آهي. توهين به نه پيئو. مونکي هن جي انهن
لفظن ۽ سکيائن بدران ۾ مزو ايندو هو ۽ مان کلندو
هوس ته هوءَ اڃان ٻار آهي.

هوءَ ٻار ڪين هئي بلڪ ٻار جي ماءُ بڻجڻ واري
ضرور هئي. هيئنئر رانجو ته پوري رهيو مان، ته سمجهه
جو ٻه هڪ ٻه پيگ پيئندو هوس جنهن لاءِ هوءَ مونکي
جام سمجهائڻ لڳي هئي. مان کيس بيحد پائيندو
هوس ان ڪري رات جو پيئڻ جو نيم ته نه ٽوڙي
سگهيس باقي ها هي ڏينهن جو پيئڻ ڪجهه گهٽايو.

ڪجهه وقت ۾ آڪاش اسان جي گهر جنم ورتو.
ٻار جي مونکي به چاهنا هوندي هئي. هوءَ ٻار کي
مون کان به وڌيڪ پائيندي هئي. هڪ دفعي ته مون
کيس اها ڳالهه چئي ڇڏي. چهري تي معصوم
مسڪراهٽ، اٻوجهائيءَ سان چيائين، ”ائين چوڻ
غلط آهي، ٻار ڄمڻ کان پوءِ مڙس لاءِ پيار ڇو ۽ ڪيئن
گهٽجي ويندو. ثابت ڪري ڏيکاريو. اهو ڪوڙ آهي،
ڳالهين تي الزام آهي.“

منهنجي دماغ ۾ به شرارت هئي سوچيم ٿورو
مذاق ڪيانس، ”ڀلا منهنجو ڪڏهن ڇيو مٽيو
آ ٿيئي؟“

عجب وچان پڇيائين، ”ڪهڙو ڇيو نه مٽيو آهي؟“

خوش ٿـي وئي. چيائين ”ڇوڪري آهـي هيرو-
سندس مائٽ ميڙيندا.“ آنٽيءَ برابر ٺـي چيو ڇو جو
هن جي مائٽن يا هن پاڻ ناڪار يا نخرو نه ڪيو ۽ چند
ڏينهن ۾ اسان جي شادي ٿي وئي.

هن جو نالو آنوپما هو پر مان کيس شرميلي چوندو
هوس. منهن جي شرميليءَ کـي جڏهن ٿي ڏٺو منهن جي
پسند کي ائين ٿـي داد ڏنو جيئن لتا کي ڏسي داد
ڏنو هئائون. شرميلي منهن جي غير حاضريءَ ۾ پاڻ کي
ڪافـي اڪيلي محسوس ڪندي هئي. مـان کيس
چوندو هوس ته هلي اسان جي آفيس ۾ ويهي. آفيس
جي اڳيان هيڏو وڏو ريڊيمن جو دڪان، پر هوءَ ناڪار
ڪندي هئي. هن جي خوشيءَ، وندر لاءِ مان هر منجهند
جو مانـي کائڻ گهر ايندو هـوس، ڪجهه وقت آرام
ڪري جـو نڪرندو هوس تـه موٽندي رات ٿـي ٿي
ويندي هئي.

منهن جي نيم يا عادت کان هوءَ ڪافي جلد واقف
ٿي وئي. ٻي ڪا بري علت نه، صرف روز رات جو ب
ٽي پيگ شراب جا پيئڻ جي نـه پيئڻ لـه نعب ٺي
نه اچي. مان پاڻ نه پيئان، کيس به چوان ته ڪمپني
ڏيڻ لاءِ پـي. پر هوءَ شرميلي ڪجهه جواب ڏيڻ کان
ڪنڌ جهڪائي ڇڏيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ڏاڏين
وانگر سکيائون ڏيندي هئي ته شراب پيئڻ تندرستيءَ

چوندا ڇو اسين پنهنجي ڌيءُ ٻيءَ تي ڏيون ڇا
ڪوئي ڪنوارو ڇوڪرو نه ته ملي سگهي. دل ۾ ڇيم
ته جي هن جي مائٽن ناڪار ڪئي ته دل ۾ نه ڪرڻو
پوندو.

يعني ٻيءَ شاديءَ لاءِ ڪا چاهنا يا تمنا ڪين
هئي. پهرئين زال لتا کي به مون دل سان پسند ڪري
سندس مائٽن کان گهري ورتو هو، ٻنا ڪنهن ڏي
ووٽ جي. هوءَ به خوبصورت هئي، وڻندڙ هئي، سيرت
واري هئي. مونکي ڪافي عزت ۽ پيار ڏيندي هئي
۽ مان...... مان به ڪيس بيحد پائيندو هوس. پر
افسوس جو شاديءَ جي ٽن سالن کان پوءِ هوءَ ڪئنسر
جي بيماريءَ جو شڪار ٿي. لتا جي موت کانپوءِ مان
هن سنسار ۾ جڻ اڪيلو ٿي پيس. مت مائٽ گهڻا نه.
بمبئيءَ جي هيڏي وڏي شهر ۾ ڪولابا جهڙي هنڌ
تي ٽن ڪمرن وارو مڪان، پر کهڙي ڪم جو! نه
ماءُ پيءُ نه اولاد لتا جي جوانيءَ جو غم مون کان
ڀلائي نه پليو. ڪيترن پنهنجن ٻي شادي ڪرڻ لاءِ
صلاح ڏني پر جڏهن منهنجي دل نه مڃي. مائٽيون
به گهٽيون ٿي آيون. مون ٻي شادي ڪرڻ لاءِ صاف
انڪار نه ڪيو. ها ٻي شادي لازمي نه پر جڻ مناسب
سمجهي.

آشا آنٽيءَ سان مون هنجو ذڪر ڪيو. آنٽي ته

ڪهاڻي

# ڪماري سوني مولچنداڻي



## "شرميلي"

جئپور ۾ اڪثر وڃڻ ٿيندو هو پنهنجي ڪاروبار
سانگي ٻه هن دفعي آشا آنٽيءَ جي گهر مون هن کي
پهريون دفعو ڏٺو. هوءَ مونکي ڪا رواجي، ڇوڪري نه
بين عام رواجي ڇوڪرين وانگر نه بلڪ اُنهن کان
علحدي محسوس ٿي. هڪڙو ته خوبصورت ٻيو شرميلي.
سندس ڳالهائڻ ۽ هلت مان معصوميت بکي رهي هئي.
مونکي هوءَ وڻي وئي. سوچيم جيڪر ساڻس ڳالهايان
پر پڪ هئي هوءَ گهٽ نه ڳالهائيندي. جيڪر آنٽيءَ
سان هن جو ذڪر ڪيان ۽ پنهنجي دل جي ڳالهه
کان واقف ڪيان. آنٽي خوش ته ٿيندي. هنجي
مائٽ سان ڳالهه چوريندي، ڇا هو ها ڪندا! بي ڪا
هوو ٻيو ڪمي ته ڪين هئي هوءَ عمر ۾ مون کان
ننڍي ضرور هئي. مان نه صرف هن کان عمر ۾ وڏو
هئس بلڪ هڪ دفعو شادي ڪيل هئس. هنجا مائٽ

سياسيءَ کي مان ڏسندو ئي رهجي ويس. وارن
ڪوڙائڻ کان پوءِ ماڻهوءَ جو رنگ روپ ئي بدلجي
جي! سنياسيءَ جو منهن ٽوٽهي مٿي ڪري ۽ ان
ستان ڇوٽي هٿڻ ڪري سڃاڻڻ مشڪل هو ان هوندي
. منهنجي مک مان اروند نالو نڪري ويو! ۽ سنياسي
ڏهي رهيو. هو مونکي ڀيري پيو ۽ اروند ماءُ کي به
ڀيري پيو. هن انگريزيءَ ۾ چيو، ”توهان جو اروند
ري چڪو آهي. هن نئون جنم ورتو آهي.“
ماڻس چيس، ”اسان توکي جهونو اروند نٿا ڪرڻ
چاهيون. اسان توکي آزادي ڏيڻي ڇڏي! اسان صرف
جاڻڻ چاهيون ٿا ته اروند لاپته ڪونه ٿي ويو. هن نئين
روپ ۾ زنده آهي. ڪنهن جو به لاپته رهڻ، دل تي
سڻ جيترو بار آهي سوامي.“ مون همٿ جوڙي چيو،
”توهين ڏڪو چئو ته اروند نئين روپ ۾ زنده آهي ته
سان توسان هڪ اکر به وڌيڪ نه ڳالهائي هاڻي جو
هاڻي هندوستان واپس موٽي وينداسين.“
اروند ماءُ مونکي روڪيندي چيو، ”وڌيڪ ڳالهائڻ
جي ضرورت نه آهي. اسان جنهن مقصد لاءِ آياسين،
هو پورو ٿي ويو. سوامي جي نمستي!“
سواميءَ نمستي جو جواب نمستي سان ڏنو. اسين
نئين هندستان واپس موٽي آيا آهيون.



آمريڪا جـــي مندرن جي لسٽ ورتائين. مون ڪـــي
حڪم ڏنئي ڇڏيائين تـه مان صرف مندر جي هاسٽل
جـــي ڪمري ۾ پيو هجان ۽ ٻـــاهر بيو سڀ ڪجهه
ڪندي رهندي. ڪڏهـــن ڪڏهن مندر ۾ ڪم ڪند
پوڄارين جـــي لسٽ وٺي ايندي هئي. اول ٻاهر پڙهي
پوءِ مونکي ٻڌائيندي هئي. هتي تہ سڀ نوان نالا هئـ
جهونن نالن وارو ڪوبہ انسان نـہ هو. جي ڪنهن ڪي
بہ سڃاڻندو هو تہ اول سندس شڪل و صورت ڏسڻي
هئي.
هڪ ڀيري سوامي اروند آنند جـو نالو پڙهيوسين
تـہ لاس اينجلس روانا ٿي وياسين. ٻئي ڀيري سوامي
اروند پرساد جـــي نالي پڙهڻ ڪانپوءِ مشهور جوا جي
اڏي لاس ويگاس پهچي وياسين! مان تـہ دل ئي دل
۾ پوسڙي رهيو هوس تـہ پٽ وڃائڻ سان گڏوگڏ رهي
کهي ڪمائي بہ وڃائي رهيا هئاسين پر ماءُ جي دل
کـي شانتي ڏيڻ لاءِ سڀ ڪجهہ ڪرڻو هو. هن تـ
پڪو ارادو ڪيو هو تـــ جي ويزا جـــي ڇهن مهنن
واري عرصي ۾ اروند جو پتو نہ پيو تـــ هوءَ ڪئناڊا
جي مندرن ۾ ويندي.
نيٺ ڇهہ مهنا بہ پورا ٿيڻ وارا هئا. اتر، ڏکڻ
اوڀر ۽ اولهہ آمريڪا گهمي، هڪ نامعلوم ڳوٺ ۾ نئين
ٺاهيل مندر جي احاطي ۾ ڦري رهيا هئاسين تـہ هڪ

ريڪا جي پوليس هڪ ناچيز پارٽيءَ کي ڳولهڻ لاءِ
ھنجو وقت ڇو برباد ڪندي؟“

”ڳالھه لڳي تہ مشڪل ٿي پر هڪ وقت وڃي
ڪوشش ڪبي تہ دل کي گهٽ ۾ گهٽ شانتي ايندي
اسان پنهنجي وسان ڪونہ گهٽايو.“

پٺي ڏينهن ئي مان پاسپورٽ فارم ڀرڻ شروع ڪيا
ڇئن مهنن کان پوءِ سڀ موڙي ڪيائي هوائي
هاز جون ٽڪيٽون وٺي نيويارڪ روانا ٿي وياسين.
اڪاڻ جو اسانجو مقصد ئي علحدو هو، اسان کي
ويارڪ جون رنگينيون پاڻ وڌيڪ دکي ڪرڻ لڳيون.
سان کي هونءَ بہ نيويارڪ ٽن سالن کان پوءِ اچڻو
و. ان وقت اندر اروند چڱو ئي ڪمائي ها ۽ ڇئن
ڪمون واري جاءِ سولائي سان وٺي سگهي ها. پوءِ
سين اول ڇهہ مهنا رهون ها ۽ پوءِ پٺي پيري سال
ون ها. نيويارڪ سان گڏوگڏ اسين آسپاس جا شهر
سون ها. شايد دور دور ڪئليفورنيا يا فلوريڊا بہ
جون ها. گهمڻ وڃون ها ۽ نہ هندوستاني سنتن جا
هيل مندر ڏسڻ وڃون ها!

اروند ماءُ جي حڪم موجب مونکي نہ پوليس
ان کو سنبند رکڻو هو نہ وري ڪنهن مت مائت
ان کو سنبند رکڻو هو. هوءَ سڌو مونکي هڪ مندر
ي حاطي ۾ وٺي هلي ۽ اتي رهندڙ پوڄاريءَ کان

۽ مان ٻاڻ کي ڏوهاري سمجهندي سڀ ڪجهه چپ چاپ سهي رهيو هوس. جي ڪيس ساهتيه ۾ وڃڻ کان نه روڪيان ها ته هيءَ نوبت نه اچي ها. هو ساهتيه ۾ Ph.D. ڪري ها. شايد نيويارڪ وڃڻ لاءِ اسڪالرشپ به وٺي اچي ها شايد هيئن ڪري ها، شايد هونءَ ڪري ها. ٻوءِ هو ناول لکي ها، شايد هو شاعري ڪري ها. سندس ناول جي فلم ڪئي وڃي ها. مهنجو دماغ ڪڏهن اونده ۾ ته ڪڏهن تکيءَ روشنيءَ ۾ هو ٻنهي حالتن ۾ ڪجهه به ڏسي نه پيو سگهان.

اروند ماءُ انهيءَ ڏينهن هڪ ستسنگ مان ٿي آئي هئي ۽ مان رٽاير ڪري ڪانپوءِ به هڪ نوڪريءَ تان موٽي آيو هوس. هن اچڻ سان ئي ڄاڻ ناهي ڏني. اروند جي لاپتا ٿيڻ ڪانپوءِ اسان هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو هو، پر انهيءَ ڏينهن هن چيو، "اسان کي آمريڪا هلڻو پوندو."

"ڇا هلي ڪنداسين."

"اروند کي ڳوليندا سين."

"جڏهن کي پوليس ڳولهي نه سگهي، ان کي اسين ڪيئن ڳولهيندا سين؟"

"دنيا ۾ هرڪو ڪم ٻاڻ کي ڪرڻو آهي. ٻيو ٿورو وقت مدد ڪري ڪڪ تي ٻيو ڪم هٿ ۾ ڪڻندو.

ساڻن ئي واسطو رکن ٿا. جڏهن هو سچيءَ دنيا ۾ اچن
ٿا تہ ڪتابي دنيا جو ان سان ٽڪر لڳي ٿو. سچ
هميشه ڪتاب تي فتح پائيندو آهي. ڪتابي دنيا
۾ چڱائي ئي چڱائي آهي. سچيءَ دنيا ۾ چڱائيءَ
کي برائيءَ سان ناهه ڪرڻو پوندو آهي ۽ گهڻن هنڌ
تہ هارائڻو بہ پوندو آهي.

اروند جي لاءِ تيڻ جو اثر هو ڪنهن تي پنهنجي
ليکي تي ويو. ماڻس هاڻي ستسنگن ۾ وڃڻ لڳي.
هڪ سائينءَ مان سندس روح کي آرام نہ مليو هو
تہ ٻئي سائينءَ جي شرن وٺندي هئي. کيس پڪ هئي
تہ اروند زنده هو ۽ بلڪل ٺيڪ هو. جيئن جيئن هوءَ
وڌيڪ ستسنگ پيئيندي تيئن تيئن اروند جي حالت
سڌرندي ويندي ۽ کيس ڀڳوان سڌي سمت ڏيندي
کيس پنهنجي ماءُ وٽ موڪلي ڏيندو. هن مون کي
ڀيرين تہ ٻانڪات ڪٿي ڇڏيو هو. ڇا تو کيان،
ماني کاڌي تو يا بکيو پياسو تو وهان! بيمار آهيان يا
ٺيڪ آهيان. ڪڏهن هڪ سائينءَ جي ستسنگ ۾
شريڪ ٿيڻ لاءِ مدراس ويندي تہ ڪڏهن ٻئي جي
ستسنگ ۾ وڃڻ لاءِ بنگلور ويندي، ڪڏهن جگن ناٿ
مندر پوريءَ ويندي تہ ڪڏهن اجمير جي پشڪر ۾
سنان ڪري ايندي. هوءَ مسلمانن ۽ ڪرستانن جي
درگاهن ۽ چرچ ۾ بہ متو ٽيڪي ايندي هئي.

مارچ - اپريل ۾ ٿيندا آهن. رواجي عقل ڇوڙ لڳو ته ڇهاڙيءَ واري سال ۾ اهڙن افعالن سان فيل نه ٿي پوي. جي موڪل وٺي وڃڻ چاهي ها ته کيس ڪير به موڪل نه ڏئي ها. ان ڪري ڪو بهانو ڪري، گهر مان نڪري ويو هو ۽ اسان ٻه ڏينهن سخت پريشان هئاسين ته نيٺ به ڪيڏانهن ڀڄي ويو آهي؟

نيويارڪ ته پنهنجي مرضيءَ سان ويو هو. پارٽ ۾ ٽن هفتن نوڪري ملي هئس پر هو انهن ٽنهي هفتن مان ناڪامياب ٿي نيويارڪ هليو ويو هو مونکي سندس شڪايتون ٻاراڻيون لڳيون هيون پر جوانيءَ جي جوش ۾ هن سوچيو هو ته پارٽ ۾ جن جي جاڻ سڃاڻ هئي، انهن جو ٿـي وارو نيارو هو. مون کيس صلاح ڏني هئي ته ٻري پورن دنيا کيس ڪٿي به ملڻ واري نه هئي. جڏهن هو ٿورو وڏو ٿيندو ته، کيس خبر پوندي ويندي ته جن ڳالهين تي هو ڪاوڙجي رهيو هو، اهي ڳالهيون آد جڳاد کان وٺي نوجوانن کي ڦٽڪائي رهيون هيون. هن ان ڪري ڪيترائي واد ٺاهيا پر واد ئي خود خراب ٿي ويا يا وادن کي عمل ۾ آڻيندي انسان جي خودغرضيءَ سندس نج چڱائيءَ تي فتح پائي ڇڏي. يا ڪري چئجي ته انساني چڱائي ۽ برائي گڏو گڏ هلن ٿيون. نيڪين تي اول چڱائيءَ جو اثر ٿئي ٿو ڇو جو هو ڪتابي دنيا

هئي ته سڀني جي سڌ ٻڌ گم ٿي ويئي. سڀني
جو ڳالهائڻ ٻولهائڻ ئي بند ٿي ويو. هرڪو دل ئي
دل ۾ سوچڻ لڳو ته لاپته ٿيڻ جو مطلب ڇا هو؟
ڇا هوُ سچ پچ گم ٿي ويو؟ جي حيات آهي ته ڪٿي
آهي؟ ڇا اهو ائين سکي هوندو يا تڪليف ۾ هوندو.
ڇا ڪن کيس بند ڪري رکيو آهي؟ ڇا هو اجايو
ڪنهن ڇوڪ سبب تڪليف ۾ اچي ويو آهي هوائي
جهاز ڊبئيءَ لنڊن ۾ بيٺو هو. ڪهڙي شهر ۾ هوندو؟
جي هندستاني ۽ غير هندستاني فلمون ڏسي
سوچجي ٿو ته مغز چڪر کائيو وڃي ته ڪيئن ۽ ڇو
ڪيس گم ڪيو ويو.

هرڪو هڪ ٻئي کي ڏوهاري سمجهڻ لڳو. مون
ته سڀو بار پنهنجن ڪلهن تي رکي ڇڏيو اها ڇٽڪ
ان وقت لڳي هئي جڏهن اروند ڏهون درجو پاس
ڪيو هو. هن صاف اکرن ۾ چيو هو ته هو ساهتيه
جو شوقين آهي، ان ڪري هو آرٽس ڪاليج ۾ داخل
ٿيندو. مون کيس سمجهائي ٻجهائي سائنس ڪاليج ۾
داخل ڪرايو هن جو من اُتي لڳي ويو پر رکي رکي
بغاوت جي آگ جي چڻنگ ٻاهر نڪرڻ لڳندي هئي.
هڪ سال اوچتو خط مليو ته هو هڪ ساهتيه سميلن
۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڀارت جي ڏکڻ ۾ پهچي ويو آهي.
سميلن ڊسمبر- جنوريءَ ۾ ٿيندا آهن ۽ امتحان وري

ڪهاڻي

□ آنند گولاڻي



# لاپته

انهيءَ درگهٽنا کي ٿيندي اچي ٽي سال کان ٿي
آهن. آگسٽ جو مهينو جيئن ڀارت ورش لاءِ ڪروڙن
لاءِ سکدائڪ ثابت ٿيو هو ته بين ڪروڙن لاءِ دکدائڪ
ثابت ٿيو هو. جيڪي ان مهيني ڪري اڃا به دل
دکي آهن پر ٻاهر جي چون ٿا ته، ڪين آزادي ن
ڪپندي هئي ته، ڪين ديش دروهي ڪري ڪوٺي
ويندو. اهڙي نموني ۾ آگسٽ جي مهيني ۾ ٽي سال
کان اڳ، مان ڏاڍو خوش هوس جو مهنجو سڪيلڊ
ڪڪو نيويارڪ لاءِ روانو ٿي ويو هو اڃان ڏهه ڏينهن
چانڊني مس هلي ته، انڌيري رات اچي وئي. جنهن
دوست سندس لاءِ رهڻ ڪرڻ جو بندوبست ڪيو
اُن وٽ هو پهتو ئي ڪونه. هن اٺ ڏينهن کان سندس
چڪاس ڪئي. نيٺ هن مونکي تار ڪئي ته، اوهان
لاپته ٿي ويو.

...كٺو كين ڏوڙ ۾ وهـڻ لاءِ چيو جٿي كجهه وقت
...ن پوءِ مهيش کي ڪٽي اچڻو هون.

نانڪرام سڌو پير واري ٽڪاڻي ۾ ويو ۽ هٿ ٻڌي
...يائين "سائين منهنجي ۽ منهنجي سٽن پيڙهين جي
...ڪن ٻڪڙي رشوت وٺڻ کان پوري رهڻ جو انجام.

نرسنگ هوم موٽي مهيش کـي مٿي ٽـي هٿ
...سائـي هو سڌو ٽئڪسي ڪري ميڊن روڊ تي پهتو-
...م جا 6 لڳا هئا ۽ نانڪرام ڏٺو تـه مومت جو ڪم
...ر شور سان هلي رهيو هـو. هڪ اُپـو ساڌ ڪٽي
...نڪرام واپس موٽڻ لڳو.

A, 1-2-30, Domalguda,
Hyderabad (AP) 500 029.

●

ساهت معنيٰ زندگيءَ جو ٽجلو، ساهت معنيٰ دل
دماغ جـو تت مـال، ساهت معنيٰ جيوت جـو
...وجهرو ۽ آسرو. ساهت آهـي وهندڙ جـل جيان،
...ڪومل ۽ نرمل، تن ۽ من کي هريو ڀريو رکندڙ.

پروفيسر لعلسنگهه هزاريسنگهه اجواڻي

٢٢ هزار توهان جو حصو آهي.

نانڪرام غصي ۾ چيو "ٻه ڏينهن چوندا ته ڪين ٺيڪ
هٿان وڃائڻو آهي ڇا؟"

ننڍي انجنيئر چيو "سائين شايد نوان نوان آهن
کين اندرين ڳالهين جي ڄاڻ ڪونهي."

ان تي ٻنهي ڄڻن خوب کليو. جو ٻئي ڪيلڪ
۽ شعبي آفيس مان هليا ويا هئا.

هلندي هلندي نانڪرام جي من ۾ آيو "هي ڄ
ٿي ويو مونکي لالچ مونکي ئي گلو پڪڙيو آهي. ڄ
مان ڇا ٿي ويو. رستو جي ٦ مهينا اڳ ۾ مرمت ٿي
وڃي ها ته هيءَ دشا شايد ڪونه ٿئي ها."

ائين ٻڌ ٿي ٻڌ هو نرسنگ هوم پهتو. پتو پيس
ته آپريشن شروع ٿي ويو هو ۽ اڃان اڌ ڪلاڪ لڳندو
نانڪرام ڀڳوان کي ياد ڪندو رهيو ۽ معافي گهرندو
رهيو.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ آپريشن ٿيٽر جو در کليو
هڪ نرس نڪتي ۽ ان جي پٺيان ڊاڪٽر مهت
ڊاڪٽر جي منهن تي مشڪ ڏسي سيٺي جي جان
جان آئي. ڊاڪٽر اڳيان اچي چيو "هينئر خطر
ڪونهي توهين دل جاءِ ڪريو."

سيٺي سامت جو ساهه کنيو. نانڪرام ۽ سندس
زال ته ڄڻ ڊاڪٽر جي پيرن تي ڪرڻ وارا هئا

ڪم ڪريو بلڪ اڄ ئي ڪم شروع ڪرايو. لکيل آرڊر
ڪان ڪي سڀاڻي تائين ملي ويندو. مون تي وشواس
و ۽ ڪم اڄ ئي شروع ڪيو رپيئر جو. اڄ ئي.
ڪيلڪر وراڻيو ”سائين توهان جو زباني آرڊر اسان
ڪافي آهي. جيئن توهان فرمايو رپيئر جو ڪم اڄ
بجي شروع ٿي ويندو توهين پلي شام جو اچي نظر
ن ڪجو.
نانڪرام ”مهرباني“ چئي ڪمري مان نڪتو.
ڪيدار ڪيلڪر ۽ شعبي وارا ٿا هئا ۽ بلڪل
مجهي نه سگهيا ته صاحب اهڙي حالت ۾ ڪيئن
۽ پاڻ ڇو آيو جڏهن ڪنهن به ڪلارڪ يا اسسٽنٽ
ب موڪلي سگهي ها.

(۴)

رستي تي ويندي نانڪرام کي ٦ مهنا اڳ جي
ساد اچي ويئي. سنڌس اکين اڳيان ڇٽيءَ طرح آيو
پاڻ آفيس ۾ ويٺو هو ۽ سنڌس اڪائونٽنٽ ۽ ٽائيپو
جنير بيٺا هئا. اڪائونٽنٽ چيو ”سائين ڪي.ايس.
ڻن روڊ جي رپيئرس لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽينڊر K. S.
Constructio جو آهي ۽ ٺيڪيدار ڪيلڪر ۽ شعبي
هر آفيس روم ۾ ويٺا آهن آرڊر وٺڻ لاءِ. ٽينڊر ٣٠١٧
ن جو آهي پر اسان جي بدل ڪميشن ڏيڻ لاءِ تيار
ڪونهن. ڪميشن ڪل ٢٧ هزار تي بهي جڏهن مان

ته اسين آفيس ۾ وڃي ٽڪا وهون.

ڪجهه دير کان پوءِ شعبدي چيو ”صاحب توهين ٺيڪ ته آهيو! اچو هتي صوفا تي ليٽي پئو“ ۽ پٽيوالي کي ڪوٺي پاڻيءَ جو گلاس ۽ چانهه آڻڻ لاءِ آرڊر ڪيائين.

ٿوري وقت ۾ پاڻي ۽ چانهه اچي ويا. پاڻي جو گلاس پي نانڪرام چانهه جو صرف هڪ ڍڪ ڀريو ۽ سڌو ٿي ويٺو ۽ چيائين ”وڏي مهرباني. توهان مونکي سڃاتو؟ مان آهيان نانڪرام ايگزيڪيوٽو انجنيئر روڊس ۽ بلڊنگس اي ڊويزن“

ڪيلڪر ”ضرور صاحب توهان کي ڪير نه سڃاڻي.“

نانڪرام چيو ”توهان کي ياد آهي ته توهانجو گهٽ ۾ گهٽ ٽينڊر هوندي به مون توهان کي ڪي.پي. ميئن روڊ جي مرمت جو ٺيڪو ڪونه ڏياريو هو؟

شعبدي ڪيلڪر ڏانهن نهاريندي چيو ”ها صاحب اسان کي بلڪل ياد آهي پر اها ته ٦ مهينا اڳ جي ڳالهه آهي. اسان ته وري توهان کي ان باري ۾ ڪونه ورجايو آهي.“

نانڪرام چيو ”ان لاءِ مان ذاتي ذميوار آهيان ۽ معافي طلب آهيان. اهو ٺيڪو توهان جو آهي. اوهين

خيال نہ رهيو تہ بارش جي پاڻيءَ ڪري سندس بوٽ
سڄو ڪچري ۾ خراب ٿي ويو هو ۽ ڪپڙن تي گپ
جون ٽيڪون لڳل هيون، نيڪ ٽاءِ ٻلي ٿي ويٺي
هئي ۽ وار هوا ۾ اڏامي رهيا هئا. سندس چشمو
ڪٿي رهجي ويو، آفيس ۾ اسپتال ۾ يا ڪٿي ڪري
پيو. ڪيس خيال نہ آيو.

ڪجهہ دير سوچڻ کان پوءِ نانڪرام هلڻ شروع
ڪيو پهرين آهستي پوءِ تيز. جيڪا بہ ٽئڪسي
سامهون مليس اُن ۾ چڙهي K. S. Construction
جي آفيس جي ٻاهران وڃي لٿو. پڇا ڪرڻ تي پتو
پيس تہ، ٺيڪيدار ڪيلاڪر ۽ شعبدي اندر آفيس ۾
آهن.

(٣)

نانڪرام ٺڪڙو ٺڪڙو مٿي ٺيڪيدارن جي آفيس
روم ۾ ڏوڪي ويو. اندر ڪيلاڪر ۽ شعبدي ڪن
گراهڪن سان ضروري ٺيڪن جي باري ۾ بات چيت
ڪري رهيا هئا. نانڪرام کي ڏسي ٻئي پارٽنرس اُٿي
بيٺا ۽ ڪاليڪر چيو ”صاحب توهين همت ڪيئن؟
اسان کي فون ڪيو ها اسين اچي حاضر ٿيون ها.“

نانڪرام جڻ ڪجهہ خاص ڪونہ ٻڌو ۽ چيائين
”معاف ڪجو“ ۽ هڪ ڪرسيءَ تي جڻ ڪري پيو.
سندس اها حالت ڏسي گراهڪ ٻاهر نڪتا ۽ چيائون

ويو. ٽئڪسي ڪرڻ جو خيال به ڪونه آيس. ڪجهه
پنڌ ڪرڻ کان پوءِ ٽئڪسي ڪري سڌو ميڊن روڊ
وٽ لٿو. سامهون ڪٺو ڏسڻ ۾ آيس جنهن ۾ ميٿهن
جو پاٽي پيل هو. ٽوڙو ڀڳي اها موٽر سائيڪل بيٺل
هئي جنهن سان مهيش ٽڪري ڪئي هو.
وسامي وسامي نانڪرام آهستي ڪڏي
وٽ پهتو ته ڏٺائين ته پاٽيءَ جو رنگ جو پورو هڻ
ڪپي سو رت ملڻ ڪري ڳاڙهيرو ٿي ويو هو.
نانڪرام ڪي گهڙي سوچ ۾ بيٺل ڏسي سامهون
ٻئنڪ جو چوڪيدار سندس وٽ آيو. پڇيائينس
"ڪهڙي ڳالهه آهي." نانڪرام ٻڌايس ته ائڪسيڊنٽ
۾ جيڪو ڇوڪرو ڪيو اهو سندس پٽ آهي."
چوڪيدار پڇيو "سڀ ٺيڪ آهي نه." نانڪرام چيس
"اڃان بيهوش آهي ۽ اسپتال ۾ آپريشن لاءِ تياري
هلي پئي."
چوڪيدار چيو "خدا مهربان آهي. جي ڇوڪ
ڏهه سيڪنڊ اڳ ۾ ڪڙي ها ته هيءَ موٽر سائيڪل
سندس سر مٿان لنگهي وڃي ها. دل ننڍي نه ڪ
صاحب خدا خير ڪندو."
نانڪرام ڪيتري دير اُن ڪڏي کي ۽ سڄي رو
کي ڏسي رهيو هو جتي ڪيترا ننڍا وڏا ڪڏا هئا. ه
ڪيتري دير اُتي بيٺو رهيو ڪيس اهو به خيال نـ

ڙ هئڻ سبب فـوت بورڊ تـي بيٺل هو جتي بيا
وڪرا ۽ مـاڻهو پڻ بيٺا هئا. بس جيئن ڪي. ٻـي.
يمن روڊ تـي ڦري ته هڪ ڪڏي مٿان لنگهڻ وقت
س ڪـي وڏو ڌڪو آيو ۽ مهيش ۽ ٻـه ٽي ڇڙا بيا
ڪري پيا. بين ڪـي خاص ڌڪ ڪونه لڳا پر مهيش
ڪريو ته سامهون هڪ موٽر سائيڪل پئي آئي ۽ اُن
ي مٿان وڃي ڪريو جنهن ڪري مٿي ڌارو زوردار
ڪ لڳس ۽ بيهوش ٿي ويو. شڪر جو سنڌس ڪلاس
و هڪ ڇوڪرو اُن بس ۾ هو جيڪو ڊوڙندو اسان
ت آيو ۽ خبر ڏنائين. اسين يڪدم ٽئڪسي ڪري
هيش ڪي هن نرسنگ هوم ۾ کڻي آياسين.
نـانڪرام سي پڌندي پريشاني سبب بيهجي تـي
ٺهي رهيو. اوچتو پٽ کان پڇائين ”ڇا چيئه ڪي. ٻي
يمن روڊ، اهو رستو جيڪو اسٽيشن جـي ڪابي کان
ـ مڙي؟ جتي UCO بئنڪ آهي.“ پٽس چيو ”هـا
هوئي، هڪڙو ئي ته ميمن روڊ آهي.“
نانڪرام ڪنهن گهري سوچ ۾ پئجي ويو. سوچي
وچي اُٿيو ۽ ٻـاهر وڃڻ لڳو. پاڙس پڇيس ”هن
قت ڪيڏانهن.“ جواب ڏنـائين تـه ”ٽڪاڻي تو
ڇان.“
(٢)
اسپتال مان نڪري نانڪرام ڊوڙنـدو پهچندو پئي

جو مشڪل سان هينئر بند ٿيو آهي. مٿي تي ڌڪ
ڪافي لڳو اٿس باقي هٿن ۽ ٽنگن تي هلڪا ڌڪ
لڳس. ڊاڪٽر مهتا آپريشن لاءِ چيو آهي ۽ اُن لاءِ
بندوبست ٿي رهيو آهي. چار ٻوتلون بلڊ جون گهرايون
ويون آهن.

نانڪرام مهيش کي ڏسڻ لاءِ ويو. مهيش پٽين ۾
ٻڌل بيهوش سمهيل هو. ڪجهه وقت کان پوءِ نانڪرام
ٻاهر آيو.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ڊاڪٽر مهتا هڪ آپريشن پورو
ڪري آيو ۽ نانڪرام کي پنهنجي ڪمري ۾ گهرايائين.
کيس ٻڌايائين ته زخم گهرو آهي هن وقت ڪجهه چوڻ
ڏکيو آهي پر اسين وسون ڪونه گهٽائينداسين، توهين
دل مضبوط رکو.

نانڪرام گهٻرائجي چيو "ڊاڪٽر صاحب ڪجهه
به ڪريو مهيش کي بچايو. پئسن جي پرواهه نه ڪجو"

ڊاڪٽر "توهين تسلي رکو اسان لاءِ هر انسان جي
حياتي قيمتي آهي."

پڇڻ تي معلوم ٿيو ته آپريشن جي تياري ڪرڻ ۽
آپريشن ۾ 3-4 ڪلاڪ لڳي ويندا.

نانڪرام پنهنجي فئمليءَ وٽ موٽي آيو. سندس
وڏي پٽ کيس ٻڌايو ته "هميشه، موجب اڄ به مهيش
گهر مان ۱۰ بجي اسڪول لاءِ نڪتو ۽ بس ۾ چڙهيو.

ڪهاڻي

□ هيرو هنڱوراڻي



# ڪڏو

”سر توهان جي گهران فون آيو ته توهانجي ننڍي
ڪي مهيش جو ائڪسيڊنٽ ٿيو آهي ۽ ڪيس مهتا
نرسنگ هوم ڪار ۾ کڻي ويا آهن ۽ توهين به جلدي
اچي پهچو.“ ڪلارڪ چيو.

نانڪرام روڊس ۽ بلڊنگس ۾ وڏو انجنيئر هو، نياپو
ٻڌندي ئي ڏڪي ويو ۽ پڇيائين ”ڪيڏي مهل فون
آيو. مهيش ڪيئن آهي. ڪٿي ائڪسيڊنٽ ٿيو.
مون ڪي گهر ۾ فون ملاءِ. نه نه، مان وڃان ٿو“ ائين
چوندو تکڙ ۾ آفيس مان نڪري ويو.

نرسنگ هوم ۾ پهچي ڏٺائين ته سندس زال، ٻه
پٽ، ڌيءَ ۽ وڏو ڀاڻس اڳ ۾ ئي پهتل هئا. انهن جي
شڪلين مان سمجهي ويو ته مهيش جي حالت خراب
آهي. سندس زال جي اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ سڀ
مايوس هئا.

پهرين ڀاڻس ڪيس پاسيرو وٺي ويو ۽ ٻڌايائينس
ته مهيش بيهوش آهي ۽ ڪافي رت وهي رهيو هوس

ننڍن راڌا کي ڏکو نه سھندي ھئي. جڏھن ننڍن لاءِ
ٻيڙيءَ ٻاسون ٻاسيون ھيون اھا ھاڻي سندس اکين ۾
ڪندو ھئي. جڏھن جڏھن راڌا کي دک جي دونھين
ستائيندي ھئي ته نماڻا نيڻ کڻي آڪاش ڏانھن
نھاريندي ھئي ڄڻ ٻي قياس اُپ ٻه، ڪيڏو پڇندو
ڪونه ھو. ڇڱو ڪڏھن انسان جي ٻيڪسيءَ ۽ بيوسيءَ
تي آنسون وھائيندو ھو.

گوپال وقت به وقت پنھنجي ڀرٽيل پيڻ شامان
کان راڌا جي دک درد جي ڪھاڻي ٻڌندو ھو

انسان جي دک سھڻ جي به ڪا حد ٿيندي
آھي. راڌا لاءِ دکن جو پيالو لبالب ڀرجي چڪو ھو.
ڪيس ساھرا ڇڏي پيڪن ۾ اچي رھڻو پيو. آخر حد
طلاق تائين وڃي پھتي.

ٽين دفعي جڏھن گوپال پنھنجي ڀاءُ جي شاديءَ
تي وطن واپس وريو ته راڌا جي غمناڪ حالت ڏسي
ڳوڙھا ڳاڙي ويٺو. آکيائين، "راڌا! قسمت توسان
ڪيڏو نه ڪنور مذاق ڪيو آھي؟ اڄ به منھنجي من
مندر ۾ تولاءِ جوڳي جاءِ آھي. منھنجو وشواس تقدير
۾ نه پر تدبير ۾ آھي."

راڌا گوپال جي آغوش ۾ سمائجي وئي ۽ ان وقت
آڪاش خوشيءَ جا آنسون وھايا ۽ بغيچي ۾ به گلاب
جا گل ٽڙندا نظر آيا. جلدئي راڌا ۽ گوپال ولائت لاءِ
روانا ٿيا.

---

3/3, Saraswati Nagar, Thane (East) 400 603.

ڪڍڻو پيو.

گوپال هفتو ٻه وطن ۾ رهي وري اچي ولائت جا
ڻ وسايا. راڌا فقط گوپال جي هڪ دفعو مک ڏسڻ
ه ٻه تڙڦندي رهي.

گوپال جي ڀيڻ امڙ کي اهائي لوري لڳل هئي
ه گوپال جي ڪنوار ڏسي پر گوپال راڌا کي وساري
سگهيو هو. سندس يادن جي پڙدي تي ٻچپن ۽
جوانيءَ وارو پيار پنهنجا روپ ۽ رنگ پيو ڪيس
سائيندو هو. گوپال جي ماءُ صبوح شام ٽڪاڻي ۾
رداس ٻڌائيندي هئي ته گوپال ڪڏهن تو ڪنوار
ٽي ۽ لعل لعل ونڊي ماٽي! سندس جيجل گوپال کي
هميشه شاديءَ لاءِ لکندي هئي پر هوءَ مرندي مري
وئي، گوپال شادي ڪرڻ قبول نه ڪئي.

امڙ جي موت تي گوپال کي وري وطن جا ور
واپس ڏسڻا پيا.

هوڏانهن راڌا جي ڀيڻيءَ سس راڌا جو جيئڻ
جنجال ڪري ڇڏيو هو. هوءَ هميشه خواب لهندي
هئي ته پوٽو ڪڏهن تو سندس اڱڻ ۾ نچي ۽ ڪڏي؟
ٻار پيدا نه ٿيڻ ڪري راڌا ۽ نرمل جي وچ ۾ ٻڙ
رنجش پيدا ٿيڻ لڳي هئي. آخر جج وانگر ڊاڪٽر
هڪ ڏينهن فتوا ڏئي ڇڏي ته راڌا کي ٻار ناهي ٿيڻو.
بس پوءِ ته پيئور کي باه لڳي وئي. ڀيڻي پنهنجي

لاءِ صرف پنهنجو نه ڪيو. جڏهن جڏهن راڌا شاديءَ
ڪانپوءِ ڦڪي مرڪ مرڪندي هئي ته ائين لڳندو هو
ته ڄڻڪ نارائڻ شيام جو غزل گنگنائيندي هجي:-

”ڏس ته نڪتي ڪٿان راهه پهتي ڪٿي،
ڇا ارادو هئو ڪهڙي منزل ملي!
دور بدليا ائين زماني جا
ڪيئن ورايا ورق فساني جا!
رڪي نگاهه ۾ نڪتس مگر پڏاڻان ڇا
وڃائجي وئي مون کان، ته واٽ ۾ منزل!“

راڌا رنگ جي گوري ۽ سنهي قد هئي. سندس
ڪٽ جي ٽالهيءَ مثل گول گول، سڏيون ۽ سيبتو مک
ڏسڻ وٽان هو. سندس مک ۾ ڇا ته چمڪ ۽ ڏمڪ
هوندي هئي. پر شاديءَ جي ٻهجن سالن ڪانپوءِ
سندس مک ۾ اهو نهوڙيندڙ نور ۽ تجلو نه رهيو هو.

گهر پهچڻ تي گوپال جڏهن ٻڌو ته راڌا جي شادي
ٿي وئي آهي ته ڄڻڪ سندس هٿن مان ڪجهه ڪري
پيو. سندس من مندر ۾ دک ۽ درد جا ڪارا ڪڪ
ڇانئجي ويا. سوچڻ لڳو ته عورت کي سمجهڻ ڪيڏ
نه ڏکيو آهي! راڌا جڏهن ٻڌو ته گوپال آيو آهي
سندس تن ۽ من روحي ساگر آنند ۽ اُلهاس وڇا
ڇوليون مارڻ لڳو. هوڏانهن گوپال راڌا سان ملڻ جي
ڪوشش ڪئي ته، ڪهڙين حالتن هيٺ راڌا کي ووا

گوپال ته ڪاليج وچ ۾ ئي ڇڏي هليو ويو هو پر
راڌا بي.اي ڪري ورتي هئي. راڌا بي.اي مس پاس
ڪئي ته سندس ٻڍڙيءَ ڏاڏيءَ...... ڏيءَ پرائو ڌن...
واري رت لڳائي ڏني. پر راڌا پنهنجي من مندر ۾
گوپال کي پائيندي هئي. گوپال ئي سندس گردر هو،
ڪنعيو هو ۽ هو ڪرشن. پنج سال ٿيا ته گوپال جو
ڪو احوال ڪونه ٿي آيو. پتو ڪونه ٿي پيو ته گوپال
ڪٿي آهي؟ گوپال ته ڌن ميڙڻ جي ڌن ۾ ولائت ۾
رسي ويو هو.

گهر ۾ وڏور ڏيءَ، وڏڙن جي نعبد ڦتائي ڇڏي
هئي. لڪٿي کي ڪير لوڏي؟ شاهه سائينءَ به چيو هو:

"هيءَ ڪميٽي ڪير جا امر کي آڏو ڦري؟"

آخر راڌا جو مڱڻو پاڙي واري سيٺ پمنداس جي
پٽ نرمل سان ٿي ويو. پر راڌا جي حالت شاهه جي
ڪلام ۾ هيٺئين ريت بيان ڪري سگهجي ٿي.

"ڪڪر منجهه ڪپار جهڙ نيٽڻون نه لهي،
اڄ منهنجي اندر ۾، اتا ميهن اپار
آءَ ساجن! لهه سار، ورهه ويڙهي آهيان."

هڪ اونداهين رات، جڏهن ڪارا ڪڪر
آڪاش ۾ ترڪي ۽ ترسي رهيا هئا تڏهن راڌا جو نرمل
سان وواهه ٿيو. نرمل جو سکيو ستابو گهر هو. پئسي
جي ڪا ڪمي ڪانه هئي پر انسان کي سکي رهڻ

ڪهاڻي

□ هولارام هسيجا "هنس"



# ڪڪر منجهه ڪپار

گوپال ڏهين سالن ڪانپوءِ وطن جا وڻ ڏسيا. ڏهه سال ڪيڏو نه وڏو عرصو آهي هوائي جهاز ۾ سوچيندو پئي آيو ته راڌا هاڻي ڪليءَ مان ڦٽي گلاب جو گل ٿي هوندي. چندرما پڻ ڪيس ڏسي شرمائيندو هوندو...... هو شايد ڪيس سڃاڻي ئي نه سگهندو. پر ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ جنهن کي هن جيءَ، جند ۽ جان سان چاهيو هو انکي ڪيئن نه سڃاڻي سگهندو؟

گوپال کي اڃان جڏهن مڇن تـــي ريکه مس آئي هئي ته هو مديلا لاءِ اسهيو هو ته وڃي پنهنجو آئينده ٺاهي ۽ گهر جون حالتون سڌاري. پنج سال ڪن مديلا ۾ ڪنهن سيٺ وٽ رهيو پر مزو نه آيس. ان ڪانپوءِ هو ڪئناڊا ڏانهن ڪنهن سيٺ جـــي معرفت ويو ۽ اتي وڃي ڪافي پئسا ٺاهيائين. پنهنجو ڌنڌو به چالو ڪيائين.

ان پائيندي ۽ چاهيندي آهي. پرميلا ڪيڏي نه اوچ
مهان آهي. پرميلا جي هار نه هئي مگر مونيڪا
جي هار هئي جا پنهنجي پياري اشوڪ جي لاءِ ديوار
ٺجي ڪري هئي. آباد گهر کي برباد ڪري رهي
هئي. ها برابر اشوڪ بنا رهڻ به مشڪل هو مگر
ائنس وڌيڪ ضرورت هئي پرميلا کي. سندس وڌيڪ
وڃ پوڻ لڳا. هينئر ڪيس هار ۽ جيت سوچڻ جو
قت ڪين هو. متان پرميلا جو گهر نه اجڙي وڃي
وءِ يڪدم پوسٽ آفيس ۾ وئي ۽ اشوڪ کي تار
ڪيائين.

”پريه اشوڪ“

تون پرميلا سان خوش هجه، ڪيس ڇڏڻ جو هرگز
نه سوچ، ڇو جو مون ڀوڳڻ به توکي پنهنجي آفيس
جي باس جي ڌت جي باري ۾ لکيو هو. مان ساڻس
جلدي شادي ڪرڻ واري آهيان. پنهنجون شيون
ڪامدائون ضرور موڪلجهه.

صرف مونيڪا

---


Mrs. Poonam Hiro Wadhwani
7, Nawaz Mansion, 1st floor,
25, Shahid Bhagtsingh Road,
Above Grand Bazar, Colaba,
Bombay-400 039.

جو تہ ناتو ملي وڃي. نہ نہ هرڪو مونکي بري نظر
سان ڏسندو. هي تہ اشوڪ مونکان صرف طلاق گهريو
آهي، ٻيا ڪنهن ڳوهہ جي مگر هو اگر مون کان هيءَ
جان بہ گهري ها تہ مان اها بہ ڪيس ڏيڻ لاءِ حاضر
آهيان. هو تہ منهنجو ديوتا آهي، جئن چوندو تئن
ڪندس. خوش هجي آباد رهي، تون وٽ هجي يا
ڪٿي بہ رهي شل سدائين ساٿين ڪيس وڏي عمر ڏي.

توکان هارايل ڀيڻ پرميلا

خط پڙهي مونيڪا جي دل ڏڙي اٿي مغز
چڪرائڻ لڳو. پرميلا جي تپسيا، تياڳ ۽ پريم ڪيس
ڏنگڻ لڳا. اشوڪ جو پيار! سڄڻ پريم جي نشاني!! اوه
اهو تہ مون سوچيو بہ ڪين تہ سڀ ايترو جلد ٿي
ويندو. پرميلا تہ صرف سال کان اشوڪ جي ٿي آهي
مگر هوءَ سندس لاءِ جان گهورڻ لاءِ بہ تيار آهي ۽
مان...... مان سوارٿڻ...... پاپڻ...... خود غرض......
انهن جو آباد آشيانو برباد ڪندس. سندس من ۾
مونجهہ وڌڻ لڳي. هوءَ پاڻ کي سزاياب سمجهڻ لڳي.
پاڻ کي ڌڪارڻ ۽ ڦٽڪارڻ لڳي. نہ نہ...... مان تہ
ڪنواري آهيان...... پاس جو پٽ جو روز ٿو منهنجي
پٺيان اچي ان سان ئي شادي ڪندس. ڇا سندس
اشوڪ سان پيار سچو ڪونهي؟ تہ ڇونہ هوءَ پنهنجي
جان اشوڪ مٿان گهوري. هوءَ تہ اشوڪ کي سالن

پياري پيرط مونيڪا،
خط ڏسي عجب ۾ نہ پئجہ. جيتوڻيڪ مون توکي
نو ڪيڏهي مگر ايتري خبر اٿم تہ تون اشوڪ جي
پيميڪا آهن ۽ مان سعدس پتني. پريم هڪ واسنا
هي مگر وواه هڪ پوتر بندن.
اسانجي شادي تنهنجي مهرباني ۽ سان ٿي آهي،
عدهن لاء مان تنهنجي شڪرگذار آهيان جو تو مونکي
ڪجه وقت لاء پيار ۽ خوشي وٺڻ جو موقعو ڏنو. باقي
يان تہ معذوس آهيان. پيار کان وانجهيل هئس. ڇو
جو منهنجو پهريون پتي ڇهن مهنن اندر ٿي اڪسيڊنٽ
گذاري ويو. خير هينئر اشوڪ بہ مونکي ڇڏڻ لاء
طلاق جا پيا آڻي رکيا آهن. شايد مان ٿــي اهڙي
هيان جو قسمت ۾ پيار جو سک لکيل ئي ڪينهي.
اشوڪ سان مون شادي ڪئي آهي سعدس خوشي
سنهنجي خوشي آهي. هو توکي چاهي ٿو. اگر مــان
سعدس خوشي لاء اها بہ قرباني نہ ڪريان تـہ مان
اهڙي سوارٿڻ ۽ خود غرض ۽ نيچ پتني چئبس. اشوڪ
تنهنجو آهي ۽ تنهنجو ئي ٿي رهندو. خير مان تـہ
زندگي جي کيل کـــي هاللئي چڪس، تنهنجي جيت
ٿي. مگر هن جو توسان صرف من جو ميل ٿيو پـر
مون سان تن جو. مان سعدس اولاد جي ماءُ ٿيڻ واري
آهيان ۽ چاهيان ٿي تہ ان جي جمڻ ڻائين کيس پيءُ

ويس. خير طلاق ڏيڻ لاءِ ته ڪجهه وقت ان سان رهڻو
ئي هو پر سچ پڇايان "پرميلا سانتيڪي، اٻوجهه ۽ صبر
واري آهي. تنهنجا خط يا توکي خط لکندو ڏسي به
ڪجهه اجايو بحث يا ڇڪ ڇڪ ڪين ڪندي آهي.
خير مونکي ٻه گرين ڪارڊ ملي ويو آهي. ٻنهي جي
هتي ڪاب، ڪمي ڪينهي مون ڪجهه ڌنڌو ڪرڻ
شروع ڪيو آهي. توکي به پاڻ سان هتي وٺي ايندس
تون به هتي جي رونق ڏسي دنگ رهجي وينديئين.
اميد ته سڀ جلد گڏباسين. گهر ۾ سڀني کي منهنجو
پيغام.

ڪيئن خوش آهين نه؟

صرف تنهنجو اشوڪ

خط پڙهي مونيڪا جي دل ٽپا ڏيڻ لڳي. اوه
اشوڪ...... اشوڪ منهنجي پيار جي جيت ٿي وئي.
بس جلدي اچ. اجايا مون پئي اشوڪ ۾ گمان آندا.
نه نه...... منهنجو اشوڪ هرگز اهڙو ناهي. هو مونکي
ئي پيار ڪري ٿو. مون مٿان ئي جان ڏيئي ٿو.
خوشي وچان هوءَ جهومڻ لڳي. ڪيس اشوڪ تي ناز
هوءَ پيار تي وشواس اچي ويو.

ان ڏينهن بعد وري ڪيس ڪئناڊا مان ٻيو خط
آيو. اکر اشوڪ جا ته ڪين هئا. هن يڪدم خط کولي
پڙهيو.

ـسوس ٿـي رهيو آهي. هر خط ۾ هوءَ اشوڪ کـي
ـدي اچڻ لاءِ لکندي رهـي هئي. شايد هو پنهنجين
ستين ۽ عيش ۾ پوميلا سان پـورو آهي. اشوڪ هر
ط ۾ کيس ڪئناڊا جـي هرڪا خبرچار لکندو هو.
ـت تـہ پنهنجي رفتار سان گذري رهيو هو. اچانڪ
ـيس مان ايندي کيس اشوڪ جـو خط مليو. يڪدم
ءَ خط کولـي پڙهڻ لڳي. پلا اڄ جـو اشوڪ جو خط
ـيترن ڏينهن بعد آيو هو.
ڙي مونو،
تون ضرور نـاراض هوندينءَ، جو خط گهڻن ڏينهن
ـد لکي رهيو آهيان. هڪ تہ سوچيم تـہ هر ڪنهن
ـلهہ جي تياري ڪري پوءِ توکي لکان ۽ ٻيو تہ پوميلا
ـي طبيعت بہ ٺيڪ ڪين هئي، جنهن ڪري کيس
ـلاق جـو ٻڌائڻ جي دهشت ڪين پئي ٿيم. پوميلا
ـي جڏهن طلاق جا پيپر ڏيکاريم تـہ هوءَ ذري گهٽ
ـهوش ٿي ويئي- آخر مـونکان قصور پڇڻ لڳي. مون
ـہ کيس سـڀ ڪجهہ ٻڌايو بس هوءَ صحي ڪري تہ
ـب جلد ٿـي ويندو. توري مجهيل ۽ دکي آهي.
ـٽي تـہ خوش آهين نہ خبر ناهي مون غلط ڪيو يا
ـحيح. مگر تنهنجي پيار ۾ هـي سـڀ ڪجهہ ڪيم.
ـار نہ خبر اٿيئي آهي ئي اندو. سو مان بہ تنهنجي
ـار ۾ ديوانو ٿي ڪنهنجو بـہ گلو گهوٽڻ لاءِ تيار ٿي

ڪجهه ڏينهن بعد ڪيس اشوڪ جي پهچڻ جو
شادي بعد ٿيڻ جو خط آيو. اها رات مونو ڀا
ورائيندي ۽ روئيندي گذاري. اها رات جنهنتي پر
منهنجو انڪار هو، مون پيءُ کي ڏئي ڇڏي. ڪيس
دل ۾ ساڙ ٿيڻ لڳو. چوڻ وانگر ٻرڻ لڳي. مگ
جڏهن پاڻ ئي ان لاءِ جوابدار هئي ته وڌيڪ ڇا ڪري

اشوڪ جا خط ايندا رهندا هئا، جي ڪيس ٿورا
آئت ۽ وشواس ڏياريندا رهندا هئا. سندس دل جي
مايوسي ۽ ڏينهن جي ٿڪاوٽ کي دور ڪندا هئا
مگر جي پل چوڪ ۾ اشوڪ اگر پنهنجي پتني پرميلا
جي باري ۾ ڪجهه ساراهه لکندو هو ته مونيڪا کي
حسد ٿيڻ لڳندو هو دل ۾ ڪجهه ڪجهه گمان جاڳ
پيدا ٿي ويندو هو ته شايد اشوڪ پرميلا جي پيار جي
جار ۾ ڦاسي، مونسان ڪيل واعدا نه وساري وهي
هوءَ ته اشوڪ کي اڃا ب پنهنجو سمجهي ٿي مگر ڇ
هوءَ حق وڃائي ويٺي. پنهنجو حق پيءُ کي ڏئي
ويٺي. پاڻ کي هوءَ بدقسمت ۽ پرميلا کي خوش‌نصيب
سمجهڻ لڳي. ان ڪري ڪيس پرميلا لاءِ نفرت ۽
ڌڪار ٿيڻ لڳي. سندس ئي ڏوهه جي هوءَ سزا ڀوڳي
رهي هئي.

اڄ ڏهه مهينا گذري چڪا آهن. مونيڪا کي اشوڪ
جي انتظار ۾ گذاريندي ڪجهه شڪ ۽ ٻ

ڻدا ۾ مونوءَ کي گهرائيندو. ٻئي پريمي دکي هئا.
وڪ هڪ پاسي مونو جي غريبي ۽ چال ۾ رهندڙ
ڳي محسوس ڪري رهيو هو ۽ ٻي پاسي هو شاندار
ست ۾ مونو کي سينگاريل ۽ سنواريل ڏسي رهيو هو.
ڻ ڪجهه قرباني ڪرڻي هئي، ڪجهه وقت لاءِ پوءِ
مزا ئي مزا ۽ خوشيون ئي خوشيون هيون. آئينده
شن نظر اچڻ لڳو ۽ اشوڪ ۽ مونيڪا جو فيصلو پڪو
ر تي وڃڻ جو ٿي ويو. چاهي ٻنهي جي دلين ۾
هو.

اشوڪ اشتهار جو جواب فوٽي سوڌو موڪليو.
ت ۾ الان ڪيس ڪجهه ٻيا فارم وغيره آيا، جي
ري هن ڀري موڪليا ۽ ڪجهه وقت بعد ئي ڪيس
سعد ڪرڻ جو خط به اچي ويو. اشوڪ پاسپورٽ
لدي تيار ڪرائي، واپس ان ڇوڪريءَ کي ٽڪيٽ
ڪلڻ لاءِ لکيو. اهو سڀ ڪجهه ٽن مهنن جي اندر
ي تيار ٿي ويو ۽ جڏهن سندس ٽڪيٽ به اچي
ئي ته مونو جي دل ڌڙڪڻ لڳي. ۽ ۽..........
شوڪ کي ڇڏي هوءَ موٽي اچي پاڻ کي ڦٽڪاري
ي هئي. مون ٻنهي جن پيرن تي پاڻ ڪهاڙو هنيو.
عو ته منهنجو فيصلو هو. ڪيڏو ٻري هليو ويو هو.
ٽيهي ٻئي رنائين، پاٽيهي ٻئي دل کي آٿت ڏنائين.
ره...... ٿورو وقت...... گذري ويندو.

اشوڪ اسان جي غريبي اسانجي پيار جــو انت آڻ
ڇڏيندي. تون دل نہ لاھہ. مان بہ تہ تنھنجي ئي آھيا
اسانجو پيار بہ سچو آھي، مگر پئسي بنا بہ زندگ
ڪيئن گذرندي. تون چار پئسا ناھي ايندين" تہ ا
ان ڇوڪريءَ سان شادي ڪري اتــي سندس پئس
مان ڪوبہ ڌنڌو يا ڪاڳ پنھنجي طريقي جي نوڪر
ان جي مدد سان ھٿ ڪري چڱو ڪمايو ۽ پوءِ ڪيس
طلاق ڏيئي مونکي اچي اپنايو تہ مونکي ڪوبہ اعتراض
ڪين ٿيندو، تون گھبراءِ نہ، مان تنھنجي آھيان ۽ تو
منھنجو.

ھينئر اشوڪ ڪــي زندگيءَ جــو ھڪ وڏو فيصل
ڪرڻو ھو ھـا برابر. بيو تــہ ڪتان بــہ ڪو آشا ج
ٿورو نظر بـــہ تہ ڪين ٿي آيو. ھو ڪيترو چاھيند
ھو مونوءَ کي. ھن بہ نہ ٿي چاھيو تہ ھنجي غريبيءَ
مونو بہ اچي ڏکہ ۽ پيڙائون سھي. بکہ ۽ فاقا ڪڍي
ڦــاٽلن ۽ پـراڻن ڪپڙن ۾ رھي. اگر ھو ڪيس ڪج
ڏيئي نہ، سگھي تہ پاڻ کي ڪيترو نہ شرمسار ڪند
نـــہ نہ ھو مونوءَ ڪـــي ڌن دولـت، مٺين ڪپڙن سا
جھنجھيندو. ڪيس ھر سکہ ھر خوشي ڏيندو. ڪيس ب
خبر ھئي تـــہ ھو مونو بنا رھـي ڪين سگھندو مگ
ڪجھہ وقت جي ڳالھہ تہ ھئي. ڪوڙي شادي رچائي
واپس مونوءَ سان اچي گھر گرھستي وسائيندو، يا پا

... ڌڪا ڏيئي ۽ زندگيءَ کي ڪين هلائڻو آهي يا
مري جيئي هلڻو. مگر ٻنهي کي ڪمائي، چار
ٿاهي، هڪ ٻئي کي اپنائڻ جو ڪوبه طريقو نظر
آيو. زندگي گذري رهي هئي، سپنا اڌورا ئي
ويا هئا ۽ دل ۽ دماغ سوچي بيڪار
چڪو هو.
اچانڪ هڪ ڏينهن مونيڪا جي نظر اخبار ۾
سار تي پيئي. "ڪئناڊا ۾ رهندڙ گرين ڪارڊ واري
ڻهن سالن جي ودوا کي سٺي اٺاويهن سالن واري
ن ساٿيءَ جي تلاش آهي جو ڪئناڊا ۾ رهڻ لاءِ
هجي." اشتهار پڙهي سندس دل ۾ هڪ عجيب
جي هلچل پيدا ٿي. هن سوچيو اگر اشوڪ ان
وڪريءَ سان وڃي شادي ڪري، ڪجهه پئسا
ائي پوءِ انکي طلاق ڏئي. واپس مونوٽ موٽي اچي
ءِ مون سان شادي ڪري ته ان ۾ ڇا برو آهي،
سوچيندي ته متان اشوڪ واپس نه اچي، هوءَ
يس ٿي ويئي. اشوڪ هن کي گهري سوچ ۾ ڏسي
س جڏهن سبب پڇيو ته مونيڪا کيس ان اشتهار
باري ۾ ۽ دل جي ويچار جي باري ۾ ٻڌايو. اشوڪ
ن سمجهائيندي چيو، "ائين ڪيئن ٿي سگهندو،
ه لوڪي تو پيار ڪريان ۽ تنهنجو ٿي رهندس."
اکين جا آنسون اگهندي مونيڪا چيو، "ڏس

پڻ بيحد غريب هئا. مونيڪا جي وڏوا ماءُ کي ٽي
ڌيئر هيون. مشين هلائي محنت ڪري هوءَ مونيڪا
کي مشڪل سان مئٽرڪ پڙهائي سگهي هئي. مونيڪا
کي هڪڙي ننڍي آفيس ۾ ڪلارڪ جي نوڪري ملي
هئي. جنهن مان هوءَ وري ننڍين ڀينرن کي پڙهائي ۽
گهر کي گهيلي رهي هئي. هوڏانهن اشوڪ جو آڌرنگ
۾ ورتل پيءُ، ٻه ڀينر ۽ هڪ ڀاءُ به هو. اشوڪ ويچارو
به خود محنت ڪري رکو سکو کائي مئٽرڪ پاس
ڪري وڃي نوڪري تي لڳو هو. سکو پگهار، وڌندڙ
مهانگائي ۽ گهر جا هيترا ڀاتي!

مونيڪا ۽ اشوڪ جي پيار ۾ پئسو وڏي ديوار هو.
اشوڪ سوچيندو هو ته نه وڌيڪ پڙهيل آهيان نه ٿي
پئسو اٽم جو ڪو ڌندو به ڪري سگهان. شايد زندگيءَ
۾ سٺي نوڪري به نه ملي. جڏهن بي. اي. وارا ٿي
بيروزگار آهن ۽ مئٽرڪ وارن کي ڀلا ڪهڙيون سٺيون
نوڪريون ملي سگهنديون! پنهنجو گهر سنڀالڻ ۾ ٿي
تو پگهار پورو ٿي وڃي ته ڪيئن مان مونيڪا جي
زندگيءَ کي ٺاهي سگهندس! مونيڪا جي دل ۾ به
انيڪ ارمان هئا هڪ سٺو گهر هجي. چار پئسا هجن
ته زندگي ۾ ڪجهه ٺاهي سگهجي. سندس اهي سپنا
هئا، جا هرڪا عورت ڏسندي آهي. مگر هن غريبيءَ
۾...... غريبيءَ ۾ ته ساهه ٿي نڪري ويندو. پاسا ڀڃي

ڪهاڻي

□ شريمتي پونم هيرو واڌواڻي



# دل وڃائي، جان گھوربان تو مٿان

مونيڪا جو هٿ اوستائين مٿي رهجي ويو جيستائين جهاز سندس نظرن کان اوجهل نه ٿي ويو. مونيڪا پاڻ سنڀاليو. اکين ۾ آيل آنسن کي اگهي هوءَ گهر ڏانهن واپس هلڻ لڳي. سندس دل ۽ دماغ ۾ صرف اشوڪ ئي وسي رهيو هو. اشوڪ کي ڪئناڊا موڪلڻ ۾ نه رڳو اشوڪ جي اِڇا هئي مگر مونيڪا جي مرضي پڻ "اوهه مون هي ڇا ڪيو؟ دل جي ٽڪر کي پاڻ کان جدا ڪري ڇڏيو؟ ڪيئن مان سندس بنا رهي سگهندس؟ اڙي نه نه...... مان به صفا ڇري آهيان. هو ڇونه موٽي ايندو. بس اجهو ٿو وقت گذري وڃي. اشوڪ صرف منهنجو آهي منهنجو" ۽ ائين ئي هوءَ ويچارن ۾ غلطان ٿي وئي.

مونيڪا ۽ اشوڪ جو پاڻ ۾ بيحد پيار هو. ٻنهي هڪٻئي سان گڏ رهڻ لاءِ قسم کاڌا، واعدا ڪيا، مگر

# ڪهاڻيون

دل وڃائي، جان گھورڻان تو مٿان
پونم هيرو واڌواڻي

ڪڪر منجھ ڪپار
هولارام هيسيجا "هنس"

ڪڏو
هيرو هنگوراڻي

لاپته
آنند گولاڻي

شرميلي
سوني مولچنداڻي

سوال پسنديءَ جو
چندو ٽيجواڻي

گرمکهه ودواڻي

# ايڪويھين صدي

١- جت "مان" بلڪل نه رهندي
پر "مهنجو" ضرور رهندو

٢- جت بک بلڪل نه رهندي
پر پيٽ پورو رهندو

٣- جت نفرت بلڪل نه رهندي
پر محبت مفت ملندي

٤- جت ننڍو ڪوئي نه ليکبو
پر وڏا ضرور رهندا

٥- جت هيٺو ڪوئي نه رهندو
پر بلوان سڀ رهندا

٦- جت غم ڪنهن کي نه رهندو
پر خوشيون ٿمڏار رهنديون

٧- جت اڌرم بلڪل نه رهندو
پر ڌرم سڀ ڦولجندا

١- جت "تون" گمراهه نه رهندي
پر سڀ جو حالي رهندي

٩- جت "ٺوڪي" مندرن ۾ ڳولهڻو نه پوندو
پر تون هرهنڌ ساکيات حاضر رهندي

١٠- بس اِهائي آهه آشا داتار تنهنجي در تي
ڪر مدوڪامنا مهنجي پوري ته وڃان بلهار توکي

ڪتو، کانچند ٽولاڻي "عاشق"

# هلچل

- دنيا جي دؤر جي هلچل۔ ڪڏهن کهڙي ڪڏهن کهڙي
سدا هڪ حال ۾ ناهي۔ ڪڏهن کهڙي ڪڏهن کهڙي

ڪڏهن گرمين سندي گورش۔ ڪڏهن سردين سندي سوزش
زماني جي اها گردش۔ ڪڏهن کهڙي ڪڏهن کهڙي... دنيا

- ٻٽي باغن ۾ بهه ٻهه۔ چڱي چوغان ۾ چهه چهه
گلن گلشن سندي گهه گهه۔ ڪڏهن کهڙي ڪڏهن کهڙي. دنيا

- ڪڏهن پيار ۽ اُلفت۔ ڪڏهن ٽڪار ۽ ڪلفت
ڪڏهن غيرت ڪڏهن محبت۔ ڪڏهن کهڙي ڪڏهن
کهڙي... دنيا

- ڪڏهن چڱن سندي صحبت۔ ڪڏهن مٺن سندي محبت
اها عاشق کي عبرت۔ ڪڏهن کهڙي ڪڏهن کهڙي... دنيا

A 69/413, Ulhasnagar-1.

منوهر رامچنداڻي "رفيق"

# نبرط

ٽوڪي سڏيان ڇا توکي! نالا نه، ٿي اپار!
تنهنجي نه ڳڻپ هڪڙي آهن نه هت هزار!

۱- اوجل ۽ صاف پاڻي ٽم ٽم ڪيو ٽمي
آهين تون ڇا اصل ۾ ڦوهار آبشار؟

۲- ڳِل-ڪنول گل تي تنهنجو ڳوڙهو ڳڙي پوي
درياه دل جو آهين، ڇا ابر آبدار؟

۳- ڇا آهين نُور نازڪ جو ماڪ جيان ٽمي
جنهن ۾ عجيب تجلو، بيحد سندو خمار!

۴- پربت مٿي پهاڙيءَ-پيڪر جي ٿئي ڪشش
بدلي تون روپ پنهنجو شاعر ٿئين شهريار!

۵- تصوير منهنجي پنهنجي پڙدي پنيان چٽين!
نقاش آهين ڪامل ڇا چست چترڪار؟

۶- ساراه تنهنجي قابل آهي امر ثنا
سچ پچ نه آهين ظاهر مجسم تون ڪلاڪار!!

ڪي. جي. ساٿي

# اڌورو گيت....

سجايان، ساز تـاهيان، گيت ڳايان ڪنهنجي لاءِ؟
ن نـ آئين، دل جو نغمو پوءِ هلايان ڪنهنجي لاءِ؟
منهنجي گيتن جي هڪ ٽون ٿي تہ ساٿي تان آن،
منهنجي سازن جي بس ٽون ٿي تہ ساٿي جان آن،
تو بنان جيون هيءُ منهنجو آ اڌورو،
تو بنان ڇئہ ڪيئن ڪريان هيءُ گيت پورو؟
اچي سجني ٽون سازن کي سجاءِ،
اهي ساڳيا اچي ويهي وڄاءِ،
جي الجهيل ساز کي ساٿي اچي ڪر ٽون سدٽون،
ٽ تارن کي، وري نغمو هلاءِ ٽون ڪو نئون!
رس ڇو ٽون پرجي ٻه وچ ڇا رکيو آهي رسڻ ۾،
ڏس ڪسي، پوءِ ٿي بڏاءِ کهڙو مزو آهن ڪسڻ ۾؟
ساز پڻ آواز پڻ هيءُ گيت پڻ آ تنهنجي لاءِ.
پريت پڻ، سنگيت پڻ هيءُ گيت پڻ آ تنهنجي لاءِ!
يت ۾ هيءَ ريت تنهنجي آهي "ساٿي" ناگوار،
اچي ڪر گيت پورو، ڪر نہ محبت کي خوار!!

Office : EDP CENTRE CCG,
Rly. Qrs. 79/4, Andheri (East)
Bombay-400 069.

قادر بخش "بشير"

# ڀلا را لاڙڪاڻي ۾

ڀلي آيا ڀلي آيا پيارا لاڙڪاڻي ۾
ادب ۽ علم جا ڏيندا ته چرچا لاڙڪاڻي ۾

مبارڪ مان ڏيان دل جان سان تو لاڙڪاڻي ک
گهرايا جنهن گهڻا شعرا ۽ اديبا لاڙڪاڻي

ڏسي زنده دلي اڄ لاڙڪاڻي جي
جو سمجهون ٿا ٿيا پاڙا سجايا لاڙڪاڻي ۾

اسان کي ڪيترن ڪوهن کان هت آندو ته ڪن آه
رهن ٿا ڪي محبت قرب وارا لاڙڪاڻي

گهڻا صاحب سخا ۽ اهل دل هتڙي رهن ٿا
گهرائن جي گهڻا اڪثر ٿا جلسا لاڙڪاڻي ۾

ٿين ٿا سڀ زمين سنڌ ۾ اڪثر گهڻا جلس
مگر جلسا ٿين ٿا هت نرالا لاڙڪاڻي

اديب سنڌ جي مجلس چڱوئي ڪم ڪيو آهي
ٿيا نظم و نثر جا ڳچ سدارا لاڙڪاڻي ۾

(ڏهين سنڌي ادبي ڪانفرنس، منعقد ٿيل لاڙڪاڻ
٢٢-٢٣ آڪٽوبر ١٩٥٠ع)

"لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو" نان ور

ڏي. گنگواڻي

# آئي چٺي منهنجي يار جي

شڪر صدبار آيو پرين جي پار جو ڪاغذ۔
چمي چشمن مٿي لايان - هڻين جي هار جو ڪاغذ

ڪيو پڌو پرتو آهي - اچي قاصد ڏنو آهي-
اسانجو غم ڇڏو آهي - پڙهي سردار جو ڪاغذ-

ڪهڙا گڻ يار تنهنجا ڳايان-پلاءُون پيو تنهنجون پانيان-
ڪري تعويذ ڇوڻ پايان - مٿي من ٺار جو ڪاغذ-

هاڻي خط لکڻ جي ڪيو ڪا پلائي -
وات ۾ پڻ آهي - اِها ٿي وائي -
ٿ چٺي ايندم جلدي جائي -
گنگواڻي ڏيندم - پنجل کي واڌائي......

ڏ آيم چٺي منهنجي يار جي.

سروجني پريتم

## زندگي

ڪنڊڙ هٿن سان،
رفتار پڪڙڻ جي ڪوشش ۾ مشغول،
اِسڪوٽر هنيان ويندل،
هڪ ٻڍي عورت!

## نراش

پون نرماڻ لاءِ چندو ڏيندي وقت
هن جوان کي چيو،
ڇرڙو نرماڻ لاءِ به چندو گهري وٺ!
جوان کلي چيو.
اهڙيون شيون...... توهان وٽ ڪٿي؟

## حڪم

ڪاوڙ ۾ اچي ڪري نيتا چيو،
قيد ڪيو! ڦاسيءَ تي لٽڪائي ڇڏيو!
سمگلنگ ۽ رشوتخوريءَ کي،
سخت ۾ سخت سزا ڏيو!
حڪم ٻڌي آفيسر آنند ۾ اچي ويو،
۽ چيائين ”نيتا جي!
اوهان ڇو پاڻ تي ٿي،
ايترو ڪٺور ٿي ويا؟“

## گيت

اڄ سالن کان پوءِ اهو ڏينهن آيو آ
پيار ڪرڻ جو موسم آيو آ

— ڇو نہ کيون دل کولي پيار
اهڙا موقعا ڪٿي ملڻ وارا آهن يار
اسان کي روڪڻ وارو ڪوبہ نہ آ
سالن کان پوءِ اهو ڏينهن آيو آ

— هل گهمڻ هلون باغن ۾
روئي نہ آهي هوٽلن ۾
اڄ دل کولي کائڻ جو آ
سالن کان پوءِ اهو ڏينهن آيو آ

— غم جي دنيا کي پوئتي ڇڏيو آ
هن دنيا ۾ ڪڏهن بہ نہ هلڻو آ
اها دنيا تہ مطلب جي آ
سالن کان پوءِ اهو ڏينهن آيو آ

## ٽيونڊ مستانو

چٺي آ چوڪر جي ضرور اچجو
ٽائيم ڪونه آ چٺي مهڙو نه مٽجو

١- ٽائيم آ ستين جو آرتوار ڏهاڙي
گهٽ وڌ جي آيا پرواه ناهي
تاريخ ڇهين اپريل ياد رکجو
چٺي آ چوڪر جي ضرور اچجو

٢- ڏي وڻ جو مونکي ڪوئي خيال ناهي
ڪڙڪو آ سيڪو مونکي ڌيان آهي
ڪٽاه جو ڪٽڪو پيارا ضرور وٺجو
چٺي آ چوڪر جي ضرور اچجو

٣- ڏه سو اٺتيهه ٽرڪ نمبر آ
روم تيرهين جي توهان کي خبر آ
مستاني کان پيارا مهڙو نه مٽجو
چٺي آ چوڪر جي ضرور اچجو

، تي پايان، تڏهين مان اُن
انت پيار ۾ ايڏي ته بود ۾ تي اچان
هو پيار مونهن بالڪپڻي جو روپ
ختيار ڪري جنهن ۾ ڏيو بالڪپڻي
چنچلتا ۽ مستي سمايل آهي.
چنچلتا ۾ منهنجي سڀني جو هڪ
انگ خوشيءَ جي امنگن ۾
و ڪائي ۽ پنهنجي پرماتما کي
پائڻ ۽ سندن گود ۾ ويهي
جي ٻرشدا تي جاڳي
پروردگار اُن مهل مونکان
۾ ڪا بي پاراڻي گستاخي تي هجي
اف ڪجو.
پرماتما توهين ماتا بڻجي مونکي
تہ لولي ڏيو جنهن ۾ ڏيو
سمجھائي، اوجهائي، اڻ جاڻائي
چنچلتا سمايل هجي جا منهنجي
عمر ٽائين مونسان ساڻ هجي.

اڻويهون منسڪاڏي

# پرارٿنا

هي پراڻناٿ جڏهين منهنجا هي ڪمزور پير توهانجي
مهر ۽ حڪم سان توهانجي دئاري تائين
پهچڻ لاءِ اڳتي وڌن ٿا تڏهن مهل مان
پنهنجي سڌ ٻڌ وساري، دل جي دک دک
ڪندڙ ڌڙڪن کي ٻاڻ سان وني ۽
متوالي ڌن ۾ توهانجي دئاري پهچائتي
۽ پنهنجي ستگروءَ کي پائڻ سان
منهنجي دک دک ڪندڙ ڌڙڪن جو
آواز ٿامجي هڪ انند جو روپ
ٿو حاصل ڪري، اهو انند اهڙو نه آهي
جيڪڻ نه ورهين جي وڇڙيل
پتني پنهنجي پرديسي پتيءَ کي گڏجي
خوشيءَ ۾ ڦٽي ماپي، جنهن
خوشيءَ جو شمار ئي نٿو ڪري سگهجي
هي پريو توهين مونکي پنهنجي ديا سان
اهڙيءَ لگن ۾ رکو.
هي پريو مان جڏهين پنهنجي هر ڪامنا

# خزانا

— مالڪ در قبول ٿيڻ تو چاهين،
ته نمرت سک.

— سکي ٿيڻ تو چاهين،
ته شانتي سک.

— عرش تي پهچڻ تو چاهين،
ته صبر سک.

— ڌيان ڪرڻ تو چاهين،
ته دل صاف رکڻ سک.

— پوڄا جو حق ڪمائڻ تو چاهين،
ته صدق سک.

— دوستن ۾ سٺو ٿيڻ تو چاهين،
ته ڏيوڄ سک.

— زندگي کي سڦل ڪرڻ تو چاهين،
ته مالڪ جو ڄپ سک.

— جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽڻ تو چاهين،
ته دنيا کي وسارڻ سک.

# شريمتي ڀارو ٺاڪر چاولا

## گيت

ڇا جي چنتا ڇا جو غم؟
کلندو ٽڙندو رهه هردم!

١- پريم پريت جو وٺي سهارو،
ڪر تون سڀ ۾ ڀاڳ کي پيارو،
سک جي ڳاءِ سدا سرگم!
کلندو ٽڙندو رهه هردم!

٢- سدا جڳت کي ڏيندو رهه تون،
ڏکي ڏکي خوش ٿيندو رهه تون،
ونڊ ته ناهي تنهنجو ڪم!
کلندو ٽڙندو رهه هردم!

٣- سک ڏک جو جڳ ۾ آ ڏيرو،
ڌوپ ڇانوَ جو هت آ ڦيرو،
ڪڏهن خوشي ته ڪڏهن ماتم!
کلندو ٽڙندو رهه هردم!

٤- ڀرجي ويندا زخم پراڻا،
ڇو هي ڳڻتيون ۽ ڳاراڙا؟
وقت دلين جو آ مرهم!
کلندو ٽڙندو رهه هردم!

جنم جنم جو ساٿ آ

زندگي تو بن اڌوري آ
اهو مدهہجو پيغام آ

پهرين ڏاڪي تي چڙهڻ سان
ڪجهہ نئون نئون احساس ٿيو

پيءُ بڻجڻ جي خوشيءَ جو
بي انتها آڀاس ٿيو

گهر گرهستيءَ جي خوشين ۽
جوابدارين جي ميل جهول جو

سلسلو هلندو رهيو
هلندو رهيو هلندو رهيو

ٻئين ڏاڪي تي محسوس ٿيو
ڪجهہ ٽڪ ۽ ڪجهہ سُور

وڌيڪ نزاڪت ٿيڙي جي
۽ گهٽجي ويو ڪجهہ نُور

شايد پيڙهي جو ٿي وار آ،
اهو ئي هن زندگيءَ جو سار آ،

ٽئين ڏاڪي تي چڙهڻ سان
سچي نور سان گڏجڻ جي راه ملي

مؤت کي گلي لڳائڻ جي چاه ٿي
رام نام جي ڌن ڳائڻ جو شوق ٿيو

۽ ان کان پوءِ......ان کان پوءِ......ان کان پوءِ
ڪجهہ بہ محسوس نہ ٿيو......

پوءِ خبر پيئي- هيءَ نه آهي
ڪجهه جوانيءَ جو نشو
جنهن ۾ هوش نه آ
پر من آ مدهوش
ڇا ته زندگي رنگين هئي
۽ رنگ ۾ نزاڪت هئي
سڀ ۾ به هئي بهاري
ڪلندي ڏٺم ٽاري ٽاري.
٣- ٽئين ڏاڪي تي چڙهڻ سان
محبوب سامهون ملي ويو
ملاقاتن پٺيان ملاقاتون
پيار جون ٿينديون هيون ڳالهيون
آهه سرد ۽ رنگ زرد ٿيندو ٿي رهيو
محبت جو اظهار ٿيندو ٿي رهيو.
اچانڪ طوفان آيو جيون ۾
وڇڙي ويو محبوب مون کان حقيقت ۾
زندگي رنگين مان غمگين بڻجي پيئي
عشق جا ڳوڙها سا ڳاريندي رهي.
۴- چوٿين ڏاڪي تي چڙهڻ سان
پارڪ کي پاتم بهشت ۾
سهڻي سندر نار جي
ڪومل ڪلاين جي آغوش ۾
ڇپائين ناٿ! تنهنجو ۽ منهنجو

شريمتي رڪمڻي ايس رامناڻي

# زندگيءَ جون ست سبز ڦبون

زندگيءَ جي راهه تي،
هل تون ٻہ سنئيري مان ٻہ سنئيري
اڻ ڏٺيءَ هن ٻاهه تي،
هل تون ٻہ سنئيري مان ٻہ سنئيري

- پهرين ڏاڪي تي ڏٺوسين
ممتا جي جهوليءَ ۾ پوپل
هڪ ماءُ جي نرم هنج
۽ هڪ پيءُ جو چهرو
فخر سان ڦوليل
ڏاڏيءَ جي لاڏ ۾ پليا سين
نانيءَ جي نور مثل
چاچن چچي چنبڙي چوج
مامن جو موهڻو موهه

- ٻئي ڏاڪي تي چڙهڻ سان
محسوس ٿيو ڪجهه نئون نئون
اڳئين کان ڪجهه علحدو،
۽ اڳئين کان ڪجهه اڳيرو

وفا ناٿن شاهي

# وائـــي

ٽڙ ڪريو اُڀ مان ڪائي ٻولا ٽيون
فائر ٿيو بندوق جو

رتو ڇاڻ زمين تي ڪنڊر ڪنڊرائيون. فائر ٿيو......

مٿن ۾ سوُداءُ ۽ هٿن ۾ ڇاٽيون. فائر ٿيو......

ٻاڻي گهاٽ ڇڏي ويو ٽاريون ۽ واٽيون. فائر ٿيو.

سهڻين ساه سڪي ويا مشڪل ۾ مالٽيون. فائر ٿيو.

هٿن مان ڪري پيون ٻيرن جو ٻاٽيون. فائر ٿيو.

هوتين وانگر پٽ تي پيرن جون ٻاٽيون. فائر ٿيو.

مسجد مندر دربدر لاوارث لاٽيون. فائر ٿيو......

ٻاٽ اَگهاڙا ٻيو ۽ واٽون ڇوُواٽيون. فائر ٿيو.....

ڪ پوڄاريءَ
نينگر کي
ڪسي ٻئي صوف
ڪان
ڻ لڳا لٽڻ سان
نينگر ڀڳوان کي!
ڪ وڏو ٺهڪ
ڪري ويو
نگر جي
مڪ معبد مان.
ڙا تي ويا سڀ
جاري پريمي ۽ شردالوُ.
ٽي،
و نينگر لڳو آکڻ:
هنجي لاءِ ئي تہ
ن هي صوف
ائي رهيا آهيو مدر گيت
ن لاءِ ئي!
نٿا ڏسو
ڀ ڀڳوان جو
ن م ئي؟"
ڪاوڙجي ٺهائين،
ي ڪڍي لپات
ڪ ٻئي پوڄاريءَ
نينگر ڀڳوان کي!

ورڻي ہ ڪلي ڇيو نينگر:
ڇونتا محسوس ڪريو
مان ئي آهيان سچو ڀڳوان؟
ڪري-و ٿا پوڄا
مورتيءَ منهنجيءَ جي.
پر سڃاڻو نٿا خود
ڀڳوان پنهنجي کي!"
ٻيا ڪجهہ ٻڌڻ يا سمجهڻ جي
ڏيئي ڏڪا ڀڳوان کي
ڪڍيو پنهنجي مندر مان ٻاهر
ٻنهي مٿارن پوڄارين.
ڏنو مشڪي پرميشور
ٻڌايل پنهنجي ئي
رچنا، ليلا ۽ مايا تي!
۽ ويو الوپ ٿي
ان دم،
ڇڏي پٺيان
انهن پوڄارين
۽ پريمين کي
هينجي
عجيب
ڪلپنائن کي!!
هنن جي ڪوڙين ڪريائن کي!!
هنن جي پاکنڊي پيار کي!!!

سندر حشمراءِ

# ڪلپنائون

پٿر مان جڙيل ڀڳوان جي
هڪ سندر مورتيءَ اڳيان،
رکيل هئا ٻه ٽوڪرا
فروٽ جا،
پوڄا لڳائڻ لاءِ،
ڀڳوان کي،
هڪ مندر ۾.
۽ ڳائي رهيا هئا
ڪي جانٺا ڏٿلها مٺارا
پوڄاري
مندر سڄڻ ۾.
پاسن کان بيٺا هئا
ڪيترا پوڻهي ۽ شرڌالو
نظر وجهي ان سندر
پٿر جي ڀڳوان ۾
۽ ڀڳوان خود
هڪ غريب نينگر جي
روپ ۾
پرويش ڪيو
پنهنجي ئي ليلا
ڏسڻ لاءِ،
ان مندر ۾ ان وقت،
وڏي اڳيان ٽوڪرن جي،
نينگر کڻي ورتا
وڏا ٻه صوف
هڪ ٽوڪري مان.
پوڄاريءَ هڪ
واڪو ڪري چيو:
"اڙي پڪڙيو
هن نالائق مردوت کي.
دشٽ هن،
ڪري ڇڏيو اپوتر
اسانجي ڀڳوان جي
پوڄا کي!"
ڳنڍر کان اچي جهليو

از "موجي"

# ٿيندو رهندو!

جي هوندي حياتي مرڻ ٿيندو رهندو
مشاعري تي جاني هلڻ ٿيندو رهندو
خوب مان سڏيندين مٺا جيڪڏهن تون
پڪ جاڻ تو وٽ اچڻ ٿيندو رهندو

سنڌيءَ ۾ ڪويتا جي ترقي ڏسان ٿو
ڪويتا کي شاعر جنم ڏيندو رهندو
ڪويءَ جو ڪليجو بيحد نرم آ
ڏسي ڪشٽ ٻين جو رئڻ ايندو رهندو

شاعر يا ليکڪ جي فطرت لکڻ آ
سٺو يا ڪسو ڪجھ لکڻ ٿيندو رهندو
نہ حد آ لکڻ جي سکڻ جي نہ سيما
"موجي" زندگي ڀر سکڻ ٿيندو رهندو!

لتا ڪي. ٿولياڻي

# ننڍيون رچنائون

(١) اها نظر جيڪا مونتي هئي مهربان
رات ڏينهن جنهن ۾ هئي داستان
اها نظر اڄ ڪيڏانهن هلي وئي؟
مونکي بي درد دنيا ۾ اڪيلو ڇڏي وئي.

(٢) توکي مان دل ۾ سمائي ڇڏيندس
هڪوار تون مونوٽ اڄ نه سهين
توکي مان دنيا کان لڪائي ڇڏيندس
هڪوار تون هتي اڄ ته سهين

(٣) زندگيءَ جي راهن ۾
تون ۽ مان گڏ هجون
اهو منهنجو خواب آ
پر اڃان نه پرئواب آ

(٤) جيڪا چوٽ لڳي چڪي
تنهنکي ڇا ياد ڪجي
گذري، نه گذري چڪي
سياڻي جي ڪا ڳالهه ڪجي

Meena Kunj, C-683/1365,
Ulhasnagar-421 004.

(٢)

موٽي آئينءَ نہ ماڳ

تو خط نہ لکيو.

مون ڏاڍو سنڀاريو.

ڇو ڀلا؟

پنهنجن کان ٿي جدايون؟

لکين ها!

سٺو ٿئي ها

مونکي انتظار ڪرڻو پيو.

تون آنند ۾ هئينءَ؟

تنهنجا دوست خوش هئا؟

اسين بہ اهڙا آهيون

ها مان بہ ٻجان ٿو؟

جواب ڏيڻ ايندا اٿم

هيڏا امتحان جو پاس ڪيا اٿم

صرف هڪ اُلڪو رهيو

مٿان منهنجا جواب

سوال نہ رهن

تو لاءِ

پوءِ

انهن سوالن جا جواب بہ مٿان

مونکي نہ ڏيڻا پون.

# پنکڙيون

ڪجهه لکيه جيون لاءِ   هتان جي ياد کان
هت به ياد آهه   ڏاڍي آهه؟
هت به ياد آهه   ياد ڇو نه ڪندين؟
ڇا هتان جي ياد   مون جو ياد ڪيو!
ڪجهه لکين ها ڪجهه پڇين ها
ايڏي خاموشي
ڇوندا آهن
خطرناڪ آهه.
پوءِ به   جڏهن مشڪل ۾ ايندا
خطري جي مهن ۾   ايندا پڇندا
ڪي ته ويندا آهن   اسان جهڙا هوءِ به
جاڻي واڻي   انهن کي پناهه ڏيندا.
توهين پناهگير جو ٿيا
پناهگير اسين به آهيون
ليڪن اهي لوڪ ڪٿي؟
سڀ وسارڻ وارا
سڀني کي وسارڻ وارا   توکي به آ
اسان کي به وساريندا   مونکي به آ
جيون جو نيم جو اهڙو آ   جيون جو ارث
سک ڪٿي، سوارٿ آ   جو اهڙو آ
ڪجهه گهڙين جي سک لاءِ
سوارٿ ڪي ڇڏيون
الا سک به ته. سوارٿ آ!

# ڏوهبڙا

اوطاقون اَج ـ اَديون مون ڪائين
وڃهي سگهان نه پير مان-مڙهيون ڏيون مارين
ڏر ڏر واجهائين-اڪيون آديسن کي.

سڀ ترايون سڄ- سوا آديسن
کهڙيون ڪريان ڳالهيون - نيڻهين لاهوتين
ٿه، ٿه، نيڻ ٿمن - پسي پير پرين جا
آديسي اُٿي ويا - ڏيون خالي اوطاقون
پسي تن پرين جون - سرتيون پوشاڪون
بعد ڪيم آنکون - مٿان ماڻهوُ ملن ملڪ جا.

نڪي ڏينهن نڪي رات - نڪي ڏسن ڀهر
ڀوُر پوين پرين جو - ڇا جو ٻر ٻهر
سوئي سڄو نر - هام نه هٽي حب جي
آيا اَج اَسوُر - مون ليکي رهندا پرين
چنڊ، ڪتيون، جهانڙا - پرين ڪٽي پڄڻ
آديون اڳ، وڃڻ - پهه نه ڏنائون پانهنجو.
آيا اَج اَسوُر - تو ليکي رهندا پرين
ڏسي چنڊ ڪتيون جهڪا - اڳيان چونه ڪرين؟
ڪيئن توُن تار ترين - تانگهي م ترقين اَچان

## ڪلا ڪي. ڏولاڏي

# جيون ۽ موت

جيون مٿو زهر آهي،
موت زهر جو نتيجو آهي

مسڪرائڻ غم جو دونهون آهي،
آنسون وهائڻ دردي دانهن آهي.

خاموشي هڪ سرد آه آهي،
ڪجهه نه پڇڻ هڪ انداز آهي،

چپ چپ رهڻ خود سان آهي،
دل جو آهو درد سلڻ آهي.

راتيون جاڳي ڪرڻ انتظار آهي،
محبت ۾ مليل مانء سزا آهي.

در پٽيل رکڻ من لاء آهي،
پهنجي آشا جو چراغ جلائڻ آهي.

۽ رسي وڃڻ بار بار آهي،
اظهار - محبت اماڻي آهي.

Barrack No. A-69, Room 414,
Gol Maidan, Ulhasnagar-1.

## انداس دولتاڻي "هوش"

۱

ت نه ڏسي وقت وهل، نه ڏسي ذات پات.
ڏس پريت وارن کان، پريت وارن جا حال.
ت ناهي سؤدو زر جو، آهي سچي جذبات.
ت وارن جي پيڙا پيارا، سمجهڻ آهي محال.

۲

به ڪهڙي دل، جنهن ۾ غم جو سرور ناهي.
ک ۾ هرڪو مرڪي، ان ۾ ڪهڙي نوائي آ.
ن به ڪهڙو حسن، جنهن ۾ غرور ناهي.
ونهن ۾ چهرو چمڪي، ان ۾ ڪهڙي نوائي آ.

۳

ع جلي ٿي روز روز، پتنگ ڪڏهن ڪڏهن،
، ته بئي ٿا مگر، جلڻ جلڻ ۾ فرق آ.
ڪده ۾ ساقيءَ ٿي، چڙهي رنگ ڪڏهن ڪڏهن
ب چڙهي سب ٿي مگر، رنگڻ رنگڻ جو فرق آ.

۴

هرڪا ٿي مري، سهڻي مئي ميهار لئه.
ءَ به مئي، هو به مئي، پر مرڻ مرڻ ۾ فرق آ.
ع جلي محفل لئي، پروانو جلي ديدار لئي.
ت ته بئي ٿا مگر، جلڻ جلڻ ۾ فرق آ.

روچو خوابي

# دل ٺٺي ٺئي

دل ٺٺي ٺئي، نوٽ ڪيندي، سوٽ جي پاڪيٽ مان!
ته اڇي آنند، ٻئي جي چانهه ۽ بسڪيٽ مان!

١- ته ڪري، لاهي ڦٽيون ڊريسون جي فرزند ارجمند،
ته ورتي پاپان سي جرسيون، ڪوٽ ۽ جئڪيٽ مان!

٢- ڪنهن اڪيلي ۽ ڇوڪريءَ پويان ڪوجوڪر ته ڏسان،
ته ڪندو اُن تي اچان رستو سڄو اک ٽيٽ مان!

٣- گهرڙياٽي-سياٽي جڏهين گهر ڪٽي ڏي تي مٿي
ته ڪريان پنهن جي، تڏهن، سقراط سان ٿي پيٽ مان!

٤- ته وڃان بمبئيءَ ۾ جڏهين، مان آهيان پوندو مڇهي
ڪيئن چوپاٽي مان نڪران، چرچ جي هن گيٽ مان

٥- سيٺ، سادو، ڊاڪٽر يا ڊونيشن ونندڙ ڏسي
سوچيندس پيو ڇا ڪان هن مورتيءَ لي پيٽ مان

٦- ڏيان آ- دعوت دوستن کي، آءٌ ته سوچيان اهو
ڪيئن ڪتان آٽيان آڏاري زال- سوفا سيٽ مان

٧- شاپ ڪيپر کي چوان ته: ڏرم آ تنهن جي مٿان
چيز جي ناهي خبر، چاٽان نڪوئي ريٽ مان

٨- جوءِ تي ٽوڪون هڻي، ڪائيندي پيئندي مڙس کي
"شل نه ٺٺي هڪڙو گره گهٽ، ته پندي جي پيٽ مان

٩- مان به "خوابي" خار مان ته پراڻ پياري کي چوان
روز ته تنهن جي ڪري، آفيس پهچان ليٽ مان

حضرت سائين راز پير واه واه

# غزل

رندي ڪلام ال صوفيا

- تلنگ

- ماڻهن ليکي ملنگ،

پائي فقيري، پاڻ ڦوايو!

پيٽ بکيو - لباس ليڙون-ي! آه اڌ - اُگهاڙو انگ

ڪشتو همت ۾ رلي ڪلهي تي - نالگو ٽيس نسنگ

ڏيهه-ڏنگاين ڏايو ڏکايو-چڙي وسعو-وسايو جهنگ

حسن هرڪائي - حيراني ڪيڙو-تو اُيري-عشق-اُمنگ

ڪاريهر ڪـــون آ وڏ وڇ-وڙو-ڏهوڻو گهرو ڏنگ

لڏيو چوان يا ڦڏيو مڌهڇي-ڪيڻن لڳو روحاني رنگ؟

سڻ سائين راز سر ”سونهون“ دمدم چڙي پيو چنگ

حق! ها!

انا الحق!

هلچل-٤

ريجھارام

# راڳ سورٺ

وڏو سورٺ جو سرتاج، گھوريئين سر سوال مٿان
ڏنئين سر سوال مٿان، آپس خيال مٿان- وڏو سورٺ

(۱) سر ۽ سوين راڳڻيون، پڻ پٽيون راڳ،
تلنگ ڏناسري ڀئيروي، مارُو آ سا ماجھ،
پر راڳ، ڏکن جو وهاڳ، گھوريئين سر سوال مٿان

(۲) آيو عطائي منگتو، ڪباٽ ڪڇهوڙيءَ ۾ سوال
ريتل ڏياچ راڳ، تي، پنو اميرن جو خيال،
پر تيان ڪيئن وڇن ڪان ٽڙيال
گھوريان ڪيئن سر سوال مٿان

(۳) سورٺ نه مڃي مون، ڏني لب لالچ ڀڃل
ڀاڳ، ڏي توکي گھر ڏيان ءَ، هيرا ماڻڪ دل
ڇي متاع ۽ گھر جي مال، گھوريو سر سوال مٿان

(۴) ڪچن وهيٺا آيا اڳي جا، صدق سچا تيا اڳي جـ
”تياڳي“ ڪواج ڪالھ، گھوري سر سوال مٿان.

Rijharam
Kopri Colony, Block R 21,
Thane East 400603.

رشنلال بجاج ”پرديپ“

# جائزو

ڪيترو نه مانسڪ مشق آهي...
ان مان گهٽو ئي ڪجھ چوندي رهيو آهيان
چوندي گڏ ڪريان ٿو
گڏ ڪري پوريان ٿو
پورئي ڌارڻ ڪريان ٿو
؟
ڌارڻ ڪري لين ٿي وڃان ٿو
ٿوريءَ پيڙا اهو سڀ ڪجھ ڏٺو آهي
ڏٺو آهي ۽ پڙهيو آهي
پڙهيو آهي ۽ پورو ڪيو آهي!
ٿورو وڌيڪ سڃاتو آهي
سڃاڻي ڪري پاتو آهي
۽ ڌنيءَ ٿيو آهيان
ڀوڳڻ پڙهڻ ۽ پورو ٿيڻ،
سڃاڻڻ پائڻ ۽ ڌنيءَ ٿيڻ!

A-82, Bajaj Niwas, Ulhasnagar-1.

ڊاڪٽر لڪميچند "پريم"

# غزل

تير کھڙي جو دل نشان ٿيندي!
بات دل ڪان ٻه ڪيئن بيان ٿيندي!

(١)

دل جو درد ڪول، دوست! ڪڙڪائي.
ورنه بي‌پرودگي، عيان ٿيندي.

(٢)

بي قراريءَ جي وچ سمنڊن لهرون،
ڳرط نه، دنيا وري جوان ٿيندي.

(٣)

آسمان ۽ زمين جڏهن ملندا،
هڪ نئين دلڪشي عيان ٿيندي.

(٤)

ڪين رانديڪڙن سان ڪيڏ مٺا!
تهنجي محبوبا بدگمان ٿيندي.

(٥)

حسن جي هاڪ، عشق جي آتش،
بي‌زبان آ نه بي‌زبان ٿيندي.

(٦)

"پريم" جي ڪٿ نه ڪٿ، نه ڪٿ، پيارا!
چيز هرگز نه هيءَ فنا ٿيندي.

ويز عباسي

# غزل

اسٽيشن جي وچ ۾ سڄو موٽي ٿو هر هر شرمائي

موڙڪ ماڻهن جي مجلس ۾ شاعر ڪيڏن کو
شعر ٻڌائي

ڏاڪ مڇهند جو سڄ گرهڻ ٿي پکي هليا ويا
واهيري ٿي

اونده آهي، رات ته ناهي، پوءِ به ڇو ٿي
دل گهٻرائي

چنڊ تي ماڻهوءَ پير رکيو آ، تارن ڏي ٿو
ٽاڪي هاڻي

درسنين سان دل جي رام کي هاڻي نه سگهندو
ڪو رجهائي

شهر تي ديون جو قبضو آ، ماڻهو ماڻهوءَ
نند ليٽ ٿيو

جادو نٽندو نيٺ ته ٽٽندو ليڪن
ڪڏهن الاهي

جيڪو گدرو خوشبوءِ ڏيندو سڀ کان پهرين
ڳترا ٿيندو

پڪل ميوو ڪيڏن سوهاڻ ڏيڻ کان پنهنجو
پاڻ بچائي.

آياز گل

# غزل

جيسين ڪوئي ٻولو ناهي،
جيون گهارڻ سولو ناهي

تنهن کي ڪيئن ڏياني ڇڏبو
جنهن ۾ ڪوئي رولو ناهي

ڌاڙڻ کان پوءِ سڀئي ڪانءَ،
دل آ، ڌاڙل ڇولو ناهي۔

ڦلي جا نه، خوشبوءِ ناهي
ٻرڪي جو نه شعلو ناهي

ڳالهين کان جو ڇرڪو ٿا؟
جلپاهڻ، ٻر گولو ناهي۔



# گيت

ڦولارن ۾ هير ڏکڻ جي، ٻڌجي مون وٽ آءُ
ٻاجهه جو ٻاروٽو ڏوڍو، مون سان ڳنڍجي ڪاءُ
ٻولي منهنجي ماءُ!

ڪارو تنهنجي ڪک مان نڪتو، پورو تنهنجو پاءُ،
ڌرتيءَ واري گولي جيڏو، تنهنجو آ ڦهلاءُ، ٻولي...
ٻاگهيءَ وارن ٻولن ۾ آ، ڪونجن جو ڪرلاءُ، ٻولي...
جهڪندي توکي "جيءُ" چوان، مان اُٿندي آدرياءُ،
ڪنهن نه سوءُ يا سياري ڪانپو، ورڻو آهي واءُ،
ويڙهس! تنهنجو ويڙ ائين، جڙ گوليءَ وارو گهاءُ،
ٻيوس هن ٻيهور سڀني ۾، ٿيندو هل هلاءُ.
ٻولي منهنجي ماءُ!

نارائڻ شيام

# غزل

ٻڌي سوري شهر جي ٻهتو آهيان
مان ٿي رولاڪ نه هڪڙو آهيان!
مونکي واريءَ تي اجايو ڳولهيئه
مان نه پاڻيءَ تي ٿي ليڪو آهيان!
اي ڪلي، ٻيڪلي کهڙي ڪارڻ؟
صبح جي هير جو جهونڪو آهيان!
مون ڏي ڏس، ٻاڻ ڪي ڏسندين مون ۾
مان نه آئينو ٿي تنهنجو آهيان!
تون اچڻ لئه نه چئي وئين، ليڪن
منتظر تنهنجي اچڻ جو آهيان!
حال، مونکان نه تون ٻڇين تو
پاڻکي ايترو وڇهو آهيان؟

منهنجو اڳ به نه هو ڪوئي مگر
ڏار توکان ٿي اڪيلو آهيان!
روح ۾ ڪوئي سمايو آهي
شيام ڪنهن جهڙو نه اڄ ٿيو آهيان!

ٿالهه کٽي روپڙو ميندي پسايو
دودل گهر آيو

ٽپ جيان ٽيوڙو تنبو لڳايو
دودل گهر آيو

ڀُوڙيون نينگريون ٻاهون وڌايو
دودل گهر آيو

ڏونڪلڙا پير ٽي ور ور وڄايو
دودل گهر آيو

دودل جو ديس لاءِ لايو سڄايو
دودل گهر آيو.



# شاعراڻي محفل

**Late**

**Shri Mangharam J. Harjani**

**Smt. Nirmala H. Harjani**

**Shri Mohan J. Harjani**

**Shri Jeevan H. Harjani**

**Shri Lal U. Hemnani**

**&**

**Smt. Nebhibai L. Chhablani**

"Tears of profound greif and sorrow alway flow.
How much we miss you we only know."

اسانجي دلين ۾ توهان جي ياد هميشه قائم رهندي.



سڪ ۽ پيار وچان ذاري هرجاڻي

Space donated by.

## M/s. Valia Steel Industry

**BOMBAY.**

With Best Compliments from



# HOTEL ROSEWOOD

Tulsiwadi, Off. Tardeo Road, Bombay–400034

☎ 4940320 to 29 Cable : ROSEHOTEL

- ★ Centrally located, with Railway Stations, Post Office, Race Course Shopping Centres, Cinemas, Preview Theatres, and Offices of Film Industry in Close Vicinity
- ★ Elegantly Furnished, Airconditioned, Cozy Rooms with Telephone in every Room.
- ★ Closed-Circuit T.V. Showing, Video entertainment & Cultural Programmes Every Day
- ★ 3-Channel Piped Music
- ★ Attached Spacious Baths with running Hot & Cold Water.
- ★ Round the Clock-Room Service.
- ★ Attractive Terrace Garden
- ★ Indian Tandoori Cuisine

## Shezan Restaurant & Permit Room

**Where Your Comfort Gets Top Priority.**



١٣ جنوري ١٩٨٦ جي ساليانى جلسي جي موقعي تي
آنيلا سندر جو ٽولي.



**Sunil Sehwani**
B.Sc.



**Sunil Sajnani**
DiP. (Mech)



**Sanjay Shahani**
DiP (Electronics



**Sunil Bharwani**
Xth First



**Sapna Masand**
Xth Second



**Pushpa Sehwani**
Xth Sindhi & English



**Ashok Asudani**
B.E. (Civil)

# Winners of Educational Awards 1986



**Renuka Israni**
XIIth 2nd



**Vimal Tejwani**
XIIth Maths



**Sujata Thadhani**
XIIth English



**Prakash Tanwani**
XIIth Sindhi



سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي جي 1986ع ۾ سمکانند هال ۾ ڪيل ساليانى جلسي وقت شري رام پنجواڻي "هلچل" جي 16 انڪ جو مهورت ڪري رهيو آهي. منچ تي وقت جو پڌان شري نارائڻ ڪشنچند شهاڻي ۽ نرتيه ڪلاڪار انيلا سندر ويٺل نظر اچي رهيا آهن.

# پوجنيه دادا ڏيپچند چوهڙمل هرداساڻي

جنم 7 ڊسمبر 1919 سرڳواس 29 اپريل 1976



پوڄنيه دادا جن جي ياد اسانجي دلين ۾
هميشه قائم رهندي

مرحوم مسڪين

# غزل

خوشي جڏهن نه حاصل ٿي ڪنارن ۾
وٺي خود ڪئي هليس مان تيز ڌارن ۾.
زبان تي ڪين آيا لفظ ڪي، ڇا ٿيو؟
چيم، جا ڳالهه، چوڻي هئي، اشارن ۾.
نڀائج لوڙ سوڙو تون مثل مونسان.
جيئن پتڪان نه غم جي رهگذارن ۾.
ٻڌايان ڪيئن ڪي مان سي درد جا نغما
سٺل آهن جي ساز دل جي تارن ۾.
اَلائي ياد ڇو آيون، سڌ اکڙيون
جڏهن ٿيو، ذڪر تنهنجو حسن وارن ۾.
عجب "مسڪين" ڏس پاڳلپڻو منهنجو،
ڪيم تي تنهنجي ڳولا چنڊ تارن ۾.

* سرو شري پروفيسر رام پنجواڻي، تاري گوسهاڻي، نارائڻ شهاڻي، پپو ڪالاڻي، سيتل هرچنداڻي، سڀاڳچند چاولا، رام دادلاڻي، ديويداس مولچنداڻي، ماڌو ٻلواڻي، اشوڪ هرداساڻي ۽ شريمتي ستي مولچنداڻي جن جا وقت به وقت سنڌي سڀا ڏانهن مدد جو هٿ پڻ ڊگهيريو آهي.

* سرو شري ليوت سياڻي، چندر منگهناڻي ۽ ڪماري شانتي شهاڻي جن اسانجو سنمان سويڪار ڪيو آهي.

* راجو پرنٽرس جي مالڪ شري ايشورداس جادواڻيءَ جا جنهن وقت تي هلچل ڇپي ڏني آهي.

* سڀني ميمبرن ۽ خاص ڪري سرو شري سروج تارواڻي، حشو ٻارواڻي، گوڪل مسند ۽ ڪماري ڪلا لولاڻيءَ جو جن ”هلچل“ شايع ڪرڻ ۽ اڄوڪي جلسي کي ڪامياب بڻائڻ ۾ دل و جان سان مدد ڪئي آهي.

سڀني ميمبرن، داتارن، اشتهار ڏيندڙن ۽ گهٽڪرن کي نئين سال جون لک لک واڌايون.

پنجو راوتاڻي

12-149، ريلوي ڪوارٽرس　　آنرري جنرل سيڪريٽري
سانتاڪروز ايسٽ،　　سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي
بمبئي-55.

6 فيبروري 1987

گل مسڪاڻي، صوڀراج ناواڻي، گھنشياڻي، ناري
هرجاڻي، ڪشنچند ٻجلاڻي ميران راوتاڻي، اندرا گيهاڻي،
ڪملا سپاهيملاڻي، ۽ نرملا هنگوراڻي جو پنهنجن
پيارن جي ياد ۾ هوشيار وديارٿين لاءِ روڪ انعام ڏنا
آهن. تنهن کان سواءِ شري اشوڪ هرداساڻي ۽
شريمتي ستي مولچنداڻي جي ڏنل پئسن مان ٻهن
گهرجائو ٻارن کي ڪتابن ۽ ڪاپين جي مدد ڪئي
وئي آهي.

## مان شڪرگذار آهيان

* انهن سائين جو جن اسان کي اشتهار آڻي ڏنا ۽ مدد ڪئي آهي. پنهنجن ميمبرن به اسانکي مدد ڪئي آهي پر ٻيا سائي جهڙوڪ سرو شري اشوڪ هرداساڻي، سندر اجباڻي، شيام گيهاڻي ۽ سليڪا ملڪاڻيءَ اسانکي اشتهار وٺي ڏنا ۽ دل و جان سان مدد ڪئي آهي.

* شري ميگهاڻيءَ جا جنهن اڄوڪو ناٽڪ ”چوري چوري“ پيش ڪري جلسي جي سونهن وڌائي آهي.

* سرو شري ڏيون پوڄواڻي، ملڪاڻي ۽ هيرو هنگوراڻيءَ جا جن پنهنجا چٽر موڪليا آهن.

# سيڪريٽريءَ وٽان

پيارا ساٿيو،

* "هلچل" جو سترهون پشپ توهانجي هٿن ۾ ڏيندي اسان کي بيحد خوشي ٿي رهي آهي. ڪوشش ڪري مخزن کي نين رچنائن سان سجايو ويو آهي. اميد اٿم ته مخزن توهانکي ضرور پسند پوندي

* موکي اهو لکندي دک ٿي رهيو آهي جو هن سال اسان جي سنڌين جي ڪوئل ڀڳونتي ناواڻيءَ جو اوچتو ديهانت ٿيو. هن ننڍڙيءَ عمر ۾ سندس موت جو ٻڌي سڀني سنڌين ۾ دک جي لهر ڇانئجي وئي. اسانجي نماڻي پرارٿنا آهي ته شل پرماتما سندس آتما کي شانتي بخشي. اسان هيءُ انڪ ڀڳونتي ناواڻيءَ جي ياد ۾ ارپڻ ڪيون ٿا.

مان شڪرگذار آهيان سنڌي ساهت جي انهن اديبن جو جن پنهنجون رچنائون هلچل ۾ ڇپڻ لاءِ موڪليون آهن.

هميشه جيان هن سال به سرو شري سروج ناروا ڻيءَ

ريلوي جي سٺي ڪم ڪري هنن ميمبرن کي
انعام مليا. شري صاحبراءِ دولتاڻي (OS/2 Stores MX)
کي اُدئيپور جي ٽريننگ اسڪول ۾ مئنيجمينٽ
ڪورس ۾ ڊسٽنڪشن سان پاس ٿيڻ ڪري ميرٽ
سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو.

### Commercial - CCG

Shri Bhagwan Vasandaney
Shri Gope Masand
Shri R. D. Bhatia
Shri Sunder Navani
Shri Bhagia T. M.
Smt. Renu Keswani
Smt. Usha Advani

### Stores Deptt Mx

Shri H. N. Parwani

### Eng. Works - CCG

Shri B. R. Makhijani
Smt. C. N. Matai

### Car Shed / BCT

Shri K. K. Tahilramani

### Parel Workshop

Shri Gurmukh Asrani
Shri G. S. Bhojwani
Shri T. N. Vaswani
Shri Ram Merani

اسان جون سڀني کي لک لک واڌايون

# پريزيڊنٽ جو سنيهو



"هلچل مخزن جو سترهون پرچو لوهاڻي هٽن ۾ ڏيندي بيحد خوشي ٿي رهي آهي." مان پنهنجي ساٿين جو خاص ڪري جنرل سيڪريٽري صاحب جو نهايت شڪر گذار آهيان جن نه ڏٺو آهي صبح نه شام، "نتيجه تڏهن ڪاهه، ڪانهي ويل وهڻ جي" واري اصول کي اپنائي سنڌي سڀا جي هر سرگرميءَ ۾ اڳي کان به اڳرا پئي رهيا آهن. ڪاميٽيءَ جي ڪن ميمبرن کان ته گهڻو به وسري ويندو آهي سڀا جو ڪاريه ڪندي. انهن ميمبرن جو مان بيحد احسانمند آهيان.

مان نه شريڪ ٿيڻ لاءِ سڀني کان معافي چاهيان ٿو جو ڏن مهڻ لاءِ نوڪريءَ جي ڪم سان بمبئيءَ کان ٻاهر وڃڻو ٿو پوي. چوندا آهن نوڪري آهي ڏوڪري.

نئين سال ۾ اسان کي هر سال جي ڪارن کان ڪي وڌيڪ ڪم به ڪرڻا آهن. غريب سنڌي وديارٿين جي سهايتا پئي ڪئي آهي ۽ اڳاهيءَ ڪاريه وڌائڻو آهي.

پڇاڙيءَ ۾ سڀني کي نئين سال جون واڌايون هجن، اچو ته ايشور در پرارٿنا ڪريون ته اسانجي سڀا هميشه جيان وڌندي رهي. اسين سڀا جا ساٿي هڪٻئي سان پيار ۽ قرب سان پيش اچون ۽ ٻين اڳيان شاندار مثال بڻجون.

**ڀڳوان ماکيجاڻي**
آنرري پريزيڊنٽ

# چيئرمئن جو سنيهو



سنڌي سڀا ويسٽرن
ريلوي ممبئي، سنڌي ساهتيه
۽ ٻوليءَ کي زنده رکڻ لاءِ
جيڪو پارٽ پتوڙي رهي
آهي، اهو قابل ذڪر آهي
نه صرف ايترو پر هر سال
ڪلچرل جلسو رکي، ناٽڪن
۽ سنڌي ڪلاڪارن جي
ٻه همت افزائي ڪري
رهي آهي.

هن سڀا، ويسٽرن ريلوي جي ڪرمچارين کي ويجهو
آندو آهي.

هيءَ سڀا ٻيا به ڪيترا شيوا جا ڪارج ڪري رهي
آهي. پر سڀ کان وڏيڪ تعليم جو سٺو يوگدان ڏيئي
رهي آهي. هر سال غريب ۽ هوشيار ٻارن کي انعام
ڏيئي انهن کي پڻ همٿائي رهي آهي.

سيڪريٽري ۽ ڪاميٽي ميمبرن کي پنهنجي ڪارج
ڪرڻ لاءِ گهڻيون مبارڪون هجن.

ٽئين سال جون سنڌي سڀا جي ميمبرن ۽ بانيڪارن
کي لک لک واڌايون هجن. جيڪي هر سال هلچل
ڪندي سنڌي ساهتيه جي خزاني کي مالامال ڪري
رهيا آهن. شل سنڌي سڀا جا ميمبر اڳتي بہ، اهڙي
اُمنگ ۽ اُتساهه سان ڪم ڪندا رهندا ۽ اچان
پنهنجي شيوا جي دائري کي اڳتي وڌائيندا.

**سيول ملڪاڻي**
آنوري چيئرمئن



دادا ڪشنچند شهاڻي



شري نارائڻ شهاڻي

# سنيهو

ايشور در منهنجي
نماڻي پرارٿنا آهي
ته سندي پائر ۽ پيئر
هميشه وڌندا رهن،
پاڻ ۾ سڪ ۽ ساز ۾
رهن، سدا سکي
رهن. موکي اهو
ٻڌي خوشي ٿيندي
آهي ته سندي سڀا
ويسٽرن ريلوي
پنهنجي ميمبرن ۾
ايڪو ۽ الفت، وندر
ورونهه کان سواء
انهن جي هوشيار ۽
غريب ٻارن کي
انعام ڏيئي
همٿائيندي آهي ۽
هو ساهتڪ کيتر ۾
ٻه جاکوڙ ڪري
هر سال هلچل مخزن
ڇپائيندا رهن ٿا.

ڪشنچند شهاڻي
نارائڻ شهاڻي

# ڪاميٽي ميمبر

١. شري ڀون ٻجلاڻي
٢. " گنگارام پاڻيا
٣. " ڀوڄراج وڇاڻي
٤. " ٽيڪچند موٽواڻي
٥. " پرشوتم پاڻيا
٦. " گرمک موٽواڻي
٧. " واڌورام سورجاڻي
٨. " ٻلرام راموکياڻي
٩. " وينسي موتيراماڻي
١٠. " هري متاڻي
١١. " رام ميواڻي
١٢. " ڪشن هرياڻي
١٣. " موهن جيسواڻي
١٤. " هريلال بنيجا
١٥. " پريتم وڍياڻي
١٦. شري گوپي پاڻيا
١٧. " رام پاڻيا
١٨. " آنند دولتاڻي
١٩. " موٽنداس گنگواڻي
٢٠. شريمتي نرملا هنگوراڻي
٢١. " رڪمڻي رامناڻي
٢٢. " ليلا واسواڻي
٢٣. ڪماري موهني شراف
٢٤. شري گل پروهت
٢٥. " رميش ونڪاڻي
٢٦. " پيتامبر لاڪاڻي
٢٧. " رميش جيٺاڻي
٢٨. " ڪنهيو ٽهلراماڻي
٢٩. " مولو پڪتياڻي
٣٠. " ٽي. ٽي. جگمشيا

# سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي، بمبئي

| ڪاروباري ڪاميٽي | عهديدار |
| --- | --- |
| چيئرمين: | شري سيول مسداڻي |
| پريزيڊنٽ: | شري ڀڳوان ماکيجاڻي |
| اسوسيئيٽ پريزيڊنٽ: | شري جيرام ايسراڻي |
| وائيس پريزيڊنٽ: | شري صاحبواءِ دولتاڻي |
| وائيس پريزيڊنٽ: | شري سندر ميرواڻي |
| جنرل سيڪريٽري: | شري پنجو راوتاڻي |
| جائنٽ سيڪريٽري: | شري مهيش جسواڻي |
| خزانچي: | شري گوڪل مسند |
| ڪلچرل سيڪريٽري: | شري ٽاڪو لعلواڻي |
| جائنٽ ڪلچرل سيڪريٽري: | ڪماري نيلوُ پنجواڻي |
| پڪنڪ سيڪريٽري: | شري اشوڪ جڳسنگهاڻي |
| جائنٽ پڪنڪ سيڪريٽري: | ڪماري ڀڳونتي ڏمباڻي |
| مئزن سيڪريٽري: | شري ريلو گيهاڻي |
| جائنٽ مئزن سيڪريٽري: | شري ڪشن شهاڻي |
| سمپادڪ: | شري سروج ٽارواڻي |
| سمپادڪ: | شري حشو ڀارواڻي |
| ايڊيٽوريل بورڊ: | شري خوبو ڪنگواڻي |
| ايڊيٽوريل بورڊ: | ڪماري ڪلا ٽولاڻي |
| ايڊيٽوريل بورڊ: | شريمتي مالتي وزيراڻي |



اسان هي ١٧ آنڪ
پيرڻ ڀڳونتي ناواڻيءَ جي
ياد ۾ ارپڻ ڪري
رهيا آهيون

ڪاروباري ڪاميٽي
سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي

## بين جي ڀلائيءَ ۾ ئي اسانجي ڀلائي آهي

جن ڪرمن ڪرڻ ڪري بين جو ڀلو ٿئي سوئي
سچو ڌرم آهي. جن ڪارين ڪرڻ سان بين کي ڏک
رسي، سو پاپ آهي.

خوشيءَ جي موقعي تي اسانکي خوشي انهن سان
۽ ونڊڻ گهرجي. جن کي خوشيءَ جي ضرورت آهي
ڪيترائي اناٿ آشرم، ٻي واهن جا آشرم، وڌوائن
سورد سن جا آشرم. جن خوشيءَ جو مزو ئي نه چکيو
آهي تن ۾ اسانکي پنهنجي خوشي ونڊڻ گهرجي
انهن جي آسيس وٺڻ گهرجي. چوڻي آهي ”ڀلائي
ڪندين تان ڀلو لڌندو ٿيندو، ڀلائيءَ جا ٻارا ڏٺي
توکي ڏيندو.“

گوپالداس جمعيتر




# هلچل

## سنڌي سڀا، ويسٽرن ريلوي، بمبئي

### سترهين سڪ ڀري سوکڙي ١٩٨٦ - ١٩٨٧




سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي بمبئيءَ جي ڀاران سڀني ساٿين، گهٽڪن ۽ شڀچنتڪن کي نئين سال جون شڀ ڪامنائون ۽ لک لک واڌايون.

ڪاروباري ڪاميٽي

# هَلَچَل

ٻَهِراڻوءِ ڇيڄَ



چترڪار:- ڏيون ڀوڄواڻي

سِنڌي سَڀا ويسٽرن ريلوي